# سيف الرحمن

## على

# أعداء القرآن

**تاليف**

مفتيِ أعظم پاكستان

أستاذ العلماء، عمدة الفقهاء حضرت علامه مفتي

**محمد صاحبداد خان جمالي** قدس سره العزيز

سابق شيخ الحديث جامعه راشديه پيرجوگوٹ

تحقيق و تسهيل

أستاذ العلما [illegible] مفتي

**[illegible]ور نبي سكندري**

ناشر



# سَيفُ الرحمٰن

عَلٰى

# أعداءِ القُرآن

تاليف

مُفتيءِ اعظم پاڪستان

أُستاذُ العُلماء عُمدةُ الفقهاءِ حضرت علامه مُفتي

## محمد صاحبداد خان جمالي قدس سره العزيز

سابق شيخُ الحديث جامعهٔ راشديه پيرجو گوٺ

تحقيق و تسهيل

أُستاذُ العُلماء حضرت علامه مُفتي

## نُور نبي سڪندري

ناشر



كتاب جو نالو

# سيف الرحمٰن علىٰ اعداء القرآن

مصنف

مفتي محمد صاحبداد خان جمالي رحمه الله

سابق شيخ الحديث جامعہ راشديہ پير جو ڳوٺ

تحقيق

مفتي نورنبي سڪندري

سن اشاعت پھريون : آگسٽ ٢٠٢٠ع/١٤٤٢ھ

ڪمپوزنگ

عرفان علي ڪنير / سائينداد مٺل خاصخيلي

تعداد : ١٠٠٠ ھڪ ھزار

قيمت : ٥٠٠ رپيا

ناشر

دارالعلوم صبغة الهدىٰ شاهپورچاڪر

# فهرست

# پيش لفظ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله رب العالمين والصلاة والسلام علىٰ سيد المرسلين و علىٰ آله و صحبه اجمعين

اما بعد:

سنڌ واسين تي مخفي نہ آهي تہ سنڌ اندر بدمذهبن جي خلاف ڪم ۾ حضرت شير مصطفيٰ سلطان الواعظين عليہ الرحمة کي هڪ اعليٰ مقام حاصل هيو، گذريل اڌ صدي اندر ان هستي جيترو ڪم ڪري ڏيکاريو، ايترو ڪم شايد جماعتون ۽ تنظيمون نہ ڪري سگهن ها.

شاهپورچاڪر کي هي اعزاز حاصل آهي هتان حضرت مفتي عبدالرحيم سڪندري عليہ الرحمة سڄي سنڌ ۾ ڪنهن بہ فتني خلاف سڀ کان پهريان ۽ اثرائتو آواز اٿاريندا هيا.

اڄ ان ئي سنت ۽ طريقي کي زنده رکندي ۽ ان اوليت ۽ سبقت کي قائم رکندي اڄ کان تقريباً هڪ صدي (97 سال) پهريان رافضيت ۽ شيعت خلاف لکيل هڪ ناياب ۽ قيمتي ڪتاب عوام اهلسنت جي سامهون پيش ڪري رهيا آهيون ۔ هن ڪتاب کي شايع ڪري سنڌ اندر اهلسنت و جماعت پاران هڪ نئين باب جو اضافو ڪيو پيو

وجي ۽ هڪ نئين سلسلي جو بنياد رکيو پيو وڃي جنهن تحت رافضيت ۽ شيعت خلاف علمي ۽ تاريخي ڪم ڪيو ويندو، هي ڪتاب ان جي پهرين ڪڙي آهي ۽ هميشه وانگر شاهپورچاڪر کي اهو شرف حاصل ٿي رهيو آهي جو عالمن جي سرواڻ، محقق، مصنف، مدرس، مفتي، محرر ۽ مدقق عالم دين مفتي اعظم پاڪستان مفتي محمد صاحبداد خان جمالي عليہ الرحمة جي ڪتابن جي تقريباً هڪ صدي کان بعد اشاعت جو سهرو بہ سڀ کان اول شير مصطفيٰ سلطان الواعظين عليہ الرحمة جي اداري جي مٿي تي سجي رهيو آهي.

هي هڪ تاريخي ۽ علمي ڪتاب آهي جنهن جا ڪل ٽي باب آهن.

## پهريون باب

اسلام جي تاجدارن صحابہ ڪرام بابت شيعن جا ڪفريہ عقيدا.

## باب ٻيو

قرآن شريف جي دشمني تي ئي شيعہ مذهب جو بنياد آهي.

## باب ٽيون

شيعن جا مختصر عقيدا ۽ مسئلا.

هن ڪتاب جي تحقيق ۽ تسهيل جو ڪم حضرت علامہ مفتي نور نبي سڪندري دامت برڪاتہ جن فرمايو آهي، جن وڏي عرق ريزي سان ڪتاب جا پروف پڙهيا ٻولي جي سنوارت ڪئي ۽ حوالن جي پيٽا ڪري اطمئنان ڪيو.

باري تعاليٰ کان دعا آهي تہ هن ڪتاب کي سيني جي لاءِ ڪارآمد بڻائي.

آمين



مفتي حق النبي سڪندري أزهري

21-8-2020

## مختصر تعارفِ مؤلف

علم ادب، فقه، حديث، سيرت، تاريخ ۽ سمورن اسلامن علمن جو بادشاهه عالمِ دين حضرت علامه مفتي محمد صاحبداد خان جمالي عليه الرحمة.

### ولادت:

سندن ولادت 14 اپريل سن 1898 عيسوي بمطابق 1316 هجري بمقام ڳوٺ لوٽي ضلع سبي بلوچستان ۾ ٿي.

ولادت پاڪ هڪ نيڪ صالح شخص جي بشارت کان پوءِ ٿي پنهنجي والد گرامي کي وڏي عمر ۾ ڄاوا هئا، فقير جي بشارت مطابق سندن ساڄي ڪُلهي تي خاص نشاني هئي ۽ ان فقير جي اها ڳالهه سچ ثابت ٿي ته اهو فرزند پنهنجي علم ۽ فيض جي ڪري دنيا ۾ نامور ٿيندو.

### تعليم تربيت ۽ اساتذه ڪرام:

قرآن پاڪ جي ابتدائي تعليم حضرت سيد خواجه محمد شاهه ڪاظمي عليه الرحمة وٽ سبي بلوچستان ۾ حاصل ڪيائون. اڳتي فارسي عربي جي تعليم سنڌ ۽ بلوچستان جي مدرسن ۾ حاصل ڪندا رهيا، اعليٰ ديني تعليم اچي مدرسه هاشميه قاسميه ڳڙهي

ياسين ۾ استاذ الاساتذه، عمدة الفقهاء راس الصلحاء حضرت علام محمد قاسم ڳڙهي ياسيني وٽ اچي مڪمل ڪيائون ۽ ڪين سنَدِ فراغت ۽ اجازت پڻ صاحب تڪبير علام محمد قاسم ڳڙهي ياسيني کان حاصل ٿي.

مفتي اعظم پاڪستان مفتي محمد صاحبداد خان جمالي عليہ الرحمة پنهنجي شاگرد حضرت شير مصطفيٰ عليہ الرحمة کي جيڪا پنهنجي استادي سلسلي جي سنَد لکرائي هئي ان مطابق مفتي اعظم پاڪستان مفتي محمد صاحبداد خان عليہ الرحمة جي مڪمل استادي سلسلي ۽ سمورن فنن جي تفصيلي سنَد هن فقير هٿ ڪري بيروت مان شايع ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيو آهي.

سندن اساتذه ڪرام ۾ صاحب تڪبير حضرت علام محمد قاسم ڳڙهي ياسيني جهڙي هستي جو نالو مبارڪ سڀ کان مٿانهون آهي.

## سنڌ ۾ آمد:

سن 1340 هجري ڏاري ضلعي شڪارپور لڳ سلطان ڪوٽ ۾ رهائش اختيار ڪيائون ۽ حضرت علام عبدالباقي همايوني عليہ الرحمة جي سرپرستي ۾ تصنيف و تاليف، تدريس و تبليغ ۽ افتاء جو سلسلو شروع ڪيائون.





## ديني مذهبي صحافتي خدمت:

سندن ديني خدمتن جو باب وسيع آهي، جنهن مان هتي ديني صحافتي خدمت ڏانهن اشارو ڪجي ٿو.

پاڻ ماهوار الهمايون رسالو جاري فرمايائون جيڪو ان وقت سڄي سنڌ ۾ اهلسنت و جماعت جو اڪيلو ترجمان هيو ۽ هڪ ئي وقت ۾ گهڻن محاذن تي جهاد جو فريضو سر انجام ڏئي رهيو هيو.

جيڪڏهن فقط "الهمايون جا سنڌ ۾ تبليغي ۽ ديني اثر" تي هڪ نہ ڪئي پي ايچ ڊيون ڪرائجن تہ بہ گهٽ آهي.

هن رسالي ۾ ان وقت جا اڪابر مفتيان ڪرام ۽ محقق عالم لکندا هيا.

الهمايون سنڌ اندر وهابي تحريڪ جي خلاف سڀ کان پهريون علمبردار ۽ مفتي اعظم پاڪستان ان جا روح روان هيا.

ان کان بعد الاسلام نالي رسالو بہ آب و تاب سان جاري رکندا آيا.

سنڌ جي مذهبي ديني صحافت ۾ مفتي اعظم پاڪستان مفتي محمد صاحبداد جمالي عليہ الرحمة تمام گهڻو ڪردار ادا ڪيو ۽ ان وقت جي سمورن فتنن جو سدِ باب ڪيو.

## سنڌ ۾ بدمذهبن خلاف ڪم:

سنڌ ۾ ديوبندَ جا اثر پوڻ شروع ٿيا هئا جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جا چند مولوي، سوادِ اعظم اهلسنت و جماعت جي معمولات ۽ طريقي کان برگشتہ ٿيا، انهن وهابي خيال فرقي جا سرڪرده مولوي تاج محمد امروٽي وغيره هيا ۽ سوادِ اعظم اهلسنت و جماعت جي طرفان همايوني مڪتبہ فڪر جي سرواڻي ۾ حضرت خواجہ محمد حسن جان سرهندي ۽ مفتي اعظم پاڪستان مفتي محمد صاحبداد خان جمالي جا نالا سرِفهرست آهن.

پاڻ هڪ ئي وقت ۾ شُڌي تحريڪ، نيچريت، قاديانيت، رفض و تشيع ۽ ديوبنديت وهابيت خلاف سنڌ اندر هڪ مؤثر تبليغي ۽ تحريري ڪم ڪيائون. جيڪڏهن ايئن چئجي تہ سنڌ ۾ ديوبنديت خلاف سڀ کان اول اول جنهن عالم ڪم ڪري ان فرقي کي وائکو ڪيو اهو مفتي محمد صاحبداد خان جمالي عليہ الرحمة هيا تہ وڌاءُ نہ چئبو بلڪ اها حقيقت آهي.

ديوبنديت خلاف سندن ان علمي مشن کي سندن شاگردن جاري رکيو جن ۾ شيرِ مصطفيٰ سلطان الواعظين حضرت مفتي عبدالرحيم سڪندري رحمة الله عليہ جو نالو سرِفهرست رهندو.

ان وقت مفتي صاحبداد خان صاحب سنڌ جي سادن سودن مسلمانن کي رافضيت ۽ وهابيت جي فتني کان آگاهہ ڪرڻ لاءِ ڪيئي ڪتاب لکيا جن جو نتيجو چئجي تہ اڄ سنڌ ۾ عوام اهلسنت ۾ پنهنجي ۽ پرائي کي سڃاڻڻ جي شعور واري اک موجود آهي، اسان جا مسلمان سڃاڻ رکن ٿا تہ فلاڻي فرقي جا فلاڻا عقيدا آهن.

ان شعوري ڪيفيت جي پويان پوري هڪ مسلسل جدوجهد ۽ تسلسل آهي جنهن جو سرواڻ حضرت مفتي محمد صاحبداد خان جمالي عليہ الرحمة هيو.

## تصانيف:

سندن تصنيفن جا هتي فقط نالا ذڪر ڪجن ٿا، جن تي نظر ڪرڻ سان هي واضح ٿي ويندو تہ ان وقت جڏهن وسائل ۽ سهولتن جي گهڻتائي هئي اهڙي ڏکي وقت ۾ مفتي محمد صاحبداد خان جمالي عليہ الرحمة ڪيترو وڏو ڪم اڪيلي سر ڪري ڏيکاريو.

﴿1﴾ السيف المسلول عليٰ اعداءِ الرسول (ردِ شيعہ).

﴿2﴾ مطالبہ حق (ردِ ويدڪ ڌرم ۽ آريہ مذهب).

﴿3﴾ نصرت الحق (ردِ آريہ مذهب).

﴿4﴾ سيف الرحمٰن عليٰ اعداءِ القرآن (ردِ رفض و تشيع).

﴿5﴾ البلاغ المبین (ردِ وهابیت).

﴿6﴾ الحق الصریح (ردِ وهابیت).

﴿7﴾ الصارم المسلول علیٰ اعداءِ القرآن و آل الرسول (ردِ رفض و تشیع).

﴿8﴾ رسالہ روئداد مناظرہ نبي شاہ و گنڈ (ردِ رفض و تشیع).

﴿9﴾ الصارم الرباني علیٰ کرشن قادیاني (ردِ قادیانیت).

﴿10﴾ وهابي شفاعت جامنکر آهن (ردِ وهابیت).

﴿11﴾ گستاخ وهابیت متعلق جواب (ردِ وهابیت).

﴿12﴾ رسالہ عشرة کاملة (ردِ رفض و تشیع).

﴿13﴾ اخلاق النبي ﷺ (سیرت).

﴿14﴾ سماع موتیٰ (ردِ وهابیت).

﴿15﴾ التوسل بسید الرسل (ردِ وهابیت).

﴿16﴾ جوازِ عرس و میلاد (ردِ وهابیت).

﴿17﴾ جوازِ تعین تاریخ عرس و میلاد (ردِ وهابیت).

﴿18﴾ القول السداد (فقہ).

﴿19﴾ رسالہ مسئلہ تعداد ازواج (فقہ).

﴿20﴾ القول المقبول (فقہ).





﴿21﴾ الهام القدير (عقيدو).

﴿22﴾ سبيل النجاح (فقہ).

﴿23﴾ القول الانور (ردِ وهابيت).

﴿24﴾ العلم بالتلقيح (فقہ).

﴿25﴾ عقائد نامہ اهلسنت (عقيدو).

## جامعہ راشديہ ۾ آمد:

بحر السخا، عالي مرتبت، فيض درجت، مخزن الخير والبرڪات اعليٰ حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ ڇٽ ڌڻي قدس سره العزيز جي حڪم تحت ڪين استاد العلماء علامہ محمد صالح مهر ڪراچي ڪان جامعہ راشديہ وٽي آيا، جتي پاڻ رهي ڪري عالمن جي هڪ وڏي جماعت تيار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا جن عالمن جي جماعت سڄي سنڌ ڪي پنهنجي علم فضل سانِ واسي ڇڏيو ۽ ان جا سنڌ تي تمام گهڻا علمي تحقيقي اثرات مرتب ٿيا.

## نامور شاگرد:

﴿1﴾ بقية السلف، شيخ الحديث حضرت علامہ مفتي محمد رحيم سڪندري (شيخ الحديث جامعہ راشديہ).

﴿2﴾ شير مصطفيٰ سلطان الواعظين حضرت علامہ مفتي عبدالرحيم سڪندري عليہ الرحمة.

﴿3﴾ حضرت شيخ الحديث مفتي در محمد سڪندري عليہ الرحمة.

﴿4﴾ حضرت علامہ مفتي عبدالواحد عباسي سڪندري عليہ الرحمة.

﴿5﴾ حضرت علامہ سيد غوث محمد شاهہ جيلاني عليہ الرحمة.

﴿6﴾ حضرت علامہ مولانا قربان علي سڪندري عليہ الرحمة.

﴿7﴾ حضرت علامہ مولانا محمد موروجو سڪندري.

## وصال:

علم ۽ فضل جو هي سج ۽ رباني عالم 29 آگسٽ 1965 آچر جي رات هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو.

# سيفُ الرحمٰن

عَلیٰ

# أعداءِ القرآن

تاليف

مُفتيءِ أعظم پاڪستان

أستاذ العلماء، عمدة الفقهاء حضرت علامه مفتي

محمد صاحبداد خان جمالي قدس سره العزيز

سابق شيخ الحديث جامعه راشديه پير جو ڳوٺ

تحقيق و تسهيل

أستاذ العلماء حضرت علامه مفتي

نور نبي ساڪندري

ناشر



# عنوان

## اعليٰ حضرت محمد حسن صاحب قبله جي

## خدمت ۾ هڪ ناچيز نذر

مون پنهنجي انهيءَ ناچيز تصنيف کي خلوص قلب ۽ فرط عقيدت سان حضور پر نور محي السنة، قامع البدعت، آقاءِ نامي و آغاء گرامي امام الوقت اعليٰ حضرت سيدنا و سندَنا خواجه محمد حسن صاحب مجددي فاروقي مد ظلهم العالي جي نام نامي تي معنون ڪيو آهي. خدا وند تعاليٰ جي فضل سان اعليٰ حضرت ممدوح جي بزرگ هستي آسمان علم ۽ عرفان جو هڪ نيّر اعظم آهي ۽ سندن ذات بابرڪات في الواقع اهل اسلام لاءِ عام طرح سنڌ جي اهلسنت مسلمانن لاءِ خاص طرح هڪ ابر رحمت آهي.

فله الحمد! "فتنه بد مذهبيت" جي سيلاب عظيم جي روڪڻ لاءِ سندن وجود سَدّ سڪندري آهي.

## [نوٽ]

پريس جي غير مسلم ڪارڪنن ڪري ڪي غلطيون رهجي ويون آهن صفحه 35 -36 جو ساڳيو مضمون 37 صفحي ۾ ڇپجي ويو آهي. مضمون جي طوالت ڪري هن ڪتاب جو ٽيون باب جدا ضميمي جي صورت ۾ ڇپايو ويو ان جو مجموعي تعداد سواسو کان زياده آهي ۽ هي ڪتاب بہ فتاويٰ الهمايون جو مستقل ٽيون حصو آهي ڇو تہ الهمايون سان گڏ هميشہ شرعي مسئلن جو سلسلو سوال جواب جي صورت ۾ شايع ٿيندو آهي هي ان جي هڪ ڪڙي آهي.

10 جمادي الاوليٰ سنہ 1345

فقير صاحبداد غفر لہ رب العباد

مدير الهمايون



# [ڪتاب لکڻ جو سبب]

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده و نصلي و نسلم على رسوله الكريم

## سنڌ ۾ فتنہ رفض وڌي ويو آهي

## تاجداران اسلام صحابہ ڪرامن تي ڪليل ناپاڪ حملہ

## علماءِ اهلسنت جي غفلت

بخدمت شريف جناب مولائي المحترم مولانا صاحبداد مدير الهمايون:

السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاتہ:

اوهان کي معلوم آهي تہ اڄ ڪلھ سنڌ ۾ فتنہ ارتداد کان وڌ فتنہ رفض جي ترقي ٿي رهي آهي. ڪلي طرح اصحابن تي حملہ ٿين ٿا خصوصن لاڙڪاڻي ضلعي ۾ تہ هيڪاري واويلا مچي وئي آهي. اسان جا علماءِ ڪرام اهلسنت وارا ان ۾ ڪوبہ توجہ نہ ٿا ڪن انهي ڪري اوهان صاحبن جي خدمت ۾ التماس آهي تہ مهرباني ڪري هيٺين ڳالهين جا جواب شيعن جي ڪتابن مان جنسي عبارتون صفحہ وار پيش ڪري عنايت ڪندا تہ نهايت احسان مند رهندس. مهرباني فرمائي هن ڪم ۾ تاخير نہ فرمائيندا ڇو تہ فتنہ رفض ڏي

متوجہ ٿيڻ جي في الفور ضرورت آهي ۽ ساري سنڌ ۾ هڪ اوهان ۽ اوهان جو "الهمايون" ئي آهي جو مخالفين اهلسنت جي ترديد ۾ ڪوشان آهي.

## سوالات هي آهن

﴿1﴾ خلفاءِ ثلاثہ (حضرت ابو بڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان ذي النورين) ۽ ٻين اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جي حق ۾ شيعہ صاحبن جو ڇا اعتقاد آهي؟

﴿2﴾ قرآن شريف تي شيعن جو ايمان آهي يا نہ؟ ڇو تہ اسان ڪي ڪيترن رسالن جي ذريعي معلوم ٿيو آهي تہ شيعن جي ڪتابن ۾ هي ڳالهہ ثابت آهي تہ شيعن جو ايمان انهي قرآن شريف تي نہ آهي، هن قرآن شريف کي محرف انسانن جو ڦير ڦار ڪيل ۽ منافقن جو جمع ڪيل ۽ ترتيب ڏنل سمجهندا آهن ۽ چوندا آهن تہ اصلي قرآن حضرت علي جمع ڪيو هيو اهو قرآن حضرت امام مهدي غائب وٽ آهي جيڪو پاڻ سان آڻيندو. مهرباني فرمائي شيعن جي معتبر ڪتابن جي عبارتن سان ان ڳالهہ تي پوري تفصيل سان روشني وجهي ممنون فرمائيندا ڇو تہ اهو ئي هڪ مسئلو اهڙو آهي جيڪو

شيعن جي اسلامي دعوائن جي قلعي کي کولي ٿو ۽ شيعہ مذهب جي اندروني پول کي طشت ازبام ڪري ٿو.

﴿3﴾ اصحابن سڳورن جا تعلقات حضور جن ﷺ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ الڪريم سان ڪهڙا هئا؟

﴿4﴾ هي جو شيعہ مذهب وارا پاڻ کي آل رسول جا محب سڏائڻ جي لَمبي چوڙي دعويٰ ڪري عام طرح سان رسول الله ﷺ جي صاحبزادين يعني ڀين "ٽن نياڻين" جو انڪار ڪندا آهن ۽ حضرت بيبي خاتون جنت کان سواءِ ان جي ٽن سڳين ڀينرن کي نہ مڃيندا آهن ۽ جگر گوشہ حضرت فاطمة الزهراء حضرت سيده بيبي ام ڪلثوم زوجہ حضرت عمر رضي الله عنہ ۽ حضرت محبوب سبحاني سيدنا عبدالقادر جيلاني بغدادي رحمة الله عليہ بابت شيعن جو ڇا عقيدو آهي؟ مهرباني فرمائي انهي مسئلي تہ بہ مدلل روشني وجهندا.

﴿5﴾ شيعہ مذهب جي خاص عقيدن ۽ خاص ڳالهين تي بہ روشني وجهي ممنون فرمائيندا جڏهن تہ بفضل الله تعاليٰ شيعن جي ترديد جو سامان ۽ شيعہ مذهب جا معتبر ڪتاب اوهان وٽ بڪثرت موجود آهن تڏهن شيعن جي ئي ڪتابن مان پنجتن پاڪ عليهم

السلام جي مهابي انهن پنجن سوالن جا جواب ڏيندا. جيڪڏهن اوهان به فتنه رفض ڏي جلدي توجه نه ڪيو ته پوءِ يقين سمجهندا سون ته اوهان فقط آرين ۽ وهابين جي ترديد لاءِ پنهنجو رسالو مخصوص ڪري ڇڏيو آهي ۽ فتنه رفض ڪي روڪڻ هڪ جرم سمجهو ٿا.

فقط

والسلام مع الاکرام

23 ربيع الثاني سن 1345هه

الراقم قمرالدين مهيسر عطائي از ڏگانه مهيسر

ضلع لاڙڪاڻه سنڌ. پوسٽ وسايه

تعلقه رتو ديرو

نوٽ:

الهمايون بابت محرم 1345 هه ۾ جيڪي جواب مدلل شيعن جي سوالن جا شيعه ڪتابن جي صفحي وار حوالن سان اوهان لکيا آهن سي نهايت ڪامياب مؤثر ثابت ٿي رهيا آهن.

جزاکم الله خيرا



بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله الذي ارسل الانبياء والمرسلين و اوضح لنا سبيل المؤمنين المخلصين والصلاة والسلام على سيد النبيين و رحمة للعالمين و على آله و اصحابه الذين كانوا رحماءُ بينهم اشداءُ على الكفار والمرتدين والملحدين.

## جناب مڪرم گرامي خاطرم مولوي قمر الدين

ابقاه الله تعالى

هديہ تسليمات کان بعد واضح هجي تہ وقت جي اقتضاء اها آهي جو اسلام جا سڀ فرقا متفق ٿي ڪري مخالفين اسلام، آريہ، عيسائي وغيره جو مقابلو ڪريون جو هن وقت اهي اسلام پاڪ جي متائڻ جي پُر زور ڪوشش ڪري رهيا آهن.

هڪ طرف شُدي جي تحريڪ هند سنڌ ۾ عالمگير وبا وانگر ڦهليل آهي تہ ٻي طرف عيسائيت جا مبلغ هڪ انوکي ڍنگ ۾ مسلمانن کي مرتد بڻائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن مگر بد قسمتي سان اسلام جي ٻاهرين دشمنن کان سواءِ اندروني خانہ جنگي مسلمانن کي وڏيڪ تباهہ ڪري رهي آهي. اسلام جا اندروني دشمن رافضي ۽ وهابي ۽ مرزائي ۽ قادياني، نيچري، چڪڙالوي وغيره مسلمانن جو ايمان برباد ڪري رهيا آهن. اهلسنت وارن جي ماٺ ۽ غفلت

کان ناجائز فائدو وٺي رفض ۽ وهابيت وغيره جي وبا ڦيلائي وڃي ٿي ۽ اهي فرقا مختلف چالبازين سان پنهنجي تقريرن، تحريرن جي ذريعي اهلسنت کي گمراهه ڪري رهيا آهن. جيڪڏهن انهن فرقن جي اها رفتار رهي ته ڪنهن وقت ضرور اسلام پاڪ جي اصلي صورت ميٽجي رافضيت، وهابيت، مرزائيت، نيچريت وغيره [جي] مخصوص شڪل اختيار ڪندي. علماء اهلسنت جو اولين فرض آهي ته اسلام جي ٻاهرين دشمنن سان گڏ انهن اندروني دشمنن ۽ مار آستينن جي فتني انگيزين ڏي به متوجهه ٿين.

نهايت افسوس جو مقام آهي جو اهلسنت جا گهڻا علماء پنهنجي متفقه فرض تي ڪو توجهه نه ٿا ڏين ۽ حالت روز بروز بدتر ٿي رهي آهي. اڄ سنڌ ۾ ڪلم ڪلا "شيعه" تاجداران اسلام خلفاءِ راشدين ۽ ٻين اصحابن سڳورن تي ڪفر ۽ نفاق جا ناپاڪ الزام رکي اسلام جي پاڙ پٽي رهيا آهن.

جنهن صورت ۾ فتنه رفض سنڌ ۾ فتنه ارتداد کان به وڌيڪ خطرناڪ ۽ اسلام لاءِ سخت خوفناڪ ٿيو آهي ۽ سنڌ جي گوشي گوشي کان فتنه رفض جون پڪارون اچي رهيو آهن. تنهن ڪري هن وقت مولوي قمرالدين صاحب جي سوالن جي جوابن ڏي توجهه ڪرڻ ضروري ۽ سڀ کان مقدم ٿو سمجهان. اسلام جي انهن اندروني دشمنن جي فتنه انگيزن ڏي توجهه ڪرڻ انهي ڪري

ضروري آهي جو ڪافر يا مرتد جي صحبت جو اثر هڪ مسلمان جي دل تي زياده هرگز نہ پوندو ڇو جو هو ڪلي طرح اسلام جو دشمن آهي، هو ڪجھ بہ بڪندو مسلمان ان کي سندس دشمني جو ثبوت سمجهندا. مگر رافضي يا خارجي ۽ وهابي وغيره اسلامي دعويدارن جي ڳالهين کي ساده دل مسلمان ۽ آلا ڀولا[1] ماڻهون ضرور خير خواهي نظر سان ڏسندا جو اهي ڳالهيون سندن گمراهي جو سبب آهن. بلڪ فتنہ رفض تہ ايتري قدر اسلام لاءِ خطرناڪ آهي جو آرين ۽ عيسائين وغيره مخالفين اسلام کي قرآن شريف ۽ احاديث رسول تي ناپاڪ حملن ڪرڻ جي جرئت ئي شيعہ مذهب جي ڪتابن کان ملي آهي. قرآن شريف جي انڪار بابت شيعن جا عقيدا آئنده صفحن ۾ مفصل بيان ٿيندا. في الحال اسان کي هن ڳالھ تي روشني وجهڻ ضروري آهي تہ شيعہ مذهب موجب اسلام جي صداقت جو قطعي انڪار ٿيل آهي.



[1] ساده سوده، ڀورڙا.

## دنياءِ اسلام جو متفق عقيدو

## ۽ اسلام جي صداقت جو اثر

شيعن کان سواءِ ساري اسلامي دنيا جو هن ڳالهه تي اتفاق آهي تہ اسلام جو واڌارو رسول الله ﷺ جي پاڪ تعليم ۽ اسلامي صداقت تي رکيل آهي جو ٿوري ئي وقت ۾ حضرت محمد رسول الله ﷺ ۽ سندس برحق خليفن حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان ذي النورين، حضرت علي المرتضي وغيره اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جي ذريعي عرب ۽ عجم اسلام جي صداقت آڏو سر تسليم خم ڪيو ۽ قيصر ۽ ڪسريٰ جهڙيون عظيم الشان بادشاهتون ڪفر کي ڇڏي اسلام ۾ داخل ٿيون.

## شيعن جي نظر ۾ اسلامي صداقت جو اثر

شيعہ مذهب موجب رسول الله ﷺ جي 23 سالن جي تبليغ ۽ بي انتها ڪوششن ۽ اسلامي صداقت جو اثر فقط حضرت علي ۽ پنهنجي ڪٽنب جي ڪن خاص ماڻهن ۽ ٻن ٽن ماڻهن ابوذر، مقداد، سلمان رضي الله عنهم تي ٿيو جو آخر تائين اسلام تي قائم رهيا باقي لکن جي تعداد ۾ سمورا اصحاب حضرت نبي ڪريم ﷺ جي وفات کان پوءِ مرتد ٿي ويا.

وڏيڪ عجب جهڙي ڳالهه هي آهي جو شيعن جو عقيدو آهي تہ خلفاءِ راشدين وغيره اصحابن نفاق جي نموني ۾ اسلام قبول ڪيو هو ۽ رسول الله ﷺ کي پڻ اها خبر هئي تہ منهنجي وفات کان بعد اهي اصحاب ڦري ڪافر مرتد ٿيندا ۽ حضرت علي ۽ سندس اولاد جا دشمن ٿيندا جنهن ڪري حضرت علي کي حضور پاڪ ﷺ تاڪيد سان وصيت ڪئي تہ تون اهڙن مصيبتن وقت صبر ڪجان. وصيت جو مفصل ذڪر اڳتي ايندو.

في الحال جوابن ڏي ناظرين جو توجه ڇڪائجي ٿو انهن سوالن جا جواب ٽن بابن ۾ بيان ٿيندا. هڪ باب ۾ صحابہ ڪرامن بنسبت شيعن جو عقيدو ۽ صحابہ ڪرامن خصوصن خلفاء ثلاثہ جو تعلق حضور ﷺ ۽ حضرت علي سان بيان ٿيندو ۽ شيعن جي آل رسول سان ڪوڙي محبت جي دعويٰ جو بيان. ٻئي باب ۾ هن ڳالهه تي روشني وجهبي تہ شيعہ مذهب وارا قيامت تائين پنهنجي مذهب موجب پنهنجو ايمان قرآن شريف تي ثابت نہ ڪري سگهندا. ٽين باب ۾ شيعن جا مکيہ عقيدا سندن ڪتابن مان بيان ٿيندا.

وما توفيقي الا بالله العظيم



# باب ٻهريون
## اسلام جي تاجدارن
## صحابہ ڪرام بابت شيعن جا ڪفريہ عقيدا

شيعن جي معتبر ڪتاب "ڪافي ڪليني" (جنهن تي شيعن جي امام مهدي غائب هن الفاظن ۾ تصديق ڪئي آهي تہ: "هذا کاف لشيعتنا" هي ڪتاب اسان جي شيعن لاءِ ڪافي آهي جو ڪتاب جي سر ورق تي اهي عربي الفاظ لکيل آهن).

ياڳي ٻئي فروع ڪافي جلد 3 "روضہ ڪافي صفحہ 115" ۾ صحابن ڪرامن بنسبت هي عقيدو لکيل آهي تہ حضور ﷺ جي وفات کان پوءِ سڀ اصحاب ڦري ڪافر ۽ مرتد ٿيا فقط ٽي اصحاب مسلمان رهيا (نعوذ بالله من هذه العقيدة الخبيثة) اهي ٽي اصحاب جيڪي مسلمان رهيا هي آهن.1- ابوذر غفاري. 2- مقداد بن اسود. 3- سلمان فارسي رضي الله تعالیٰ عنهم.

انهي ڪتاب جا الفاظ هي آهن "عن ابي جعفر عليه السلام قال كان الناس اهل الردة بعد النبي ﷺ الا ثلاثة فقلت و من الثلاثة فقال: المقداد بن الاسود، و ابو ذر الغفاري و سلمان الفارسي رحمة الله عليهم".

ترجمو: حضرت امام باقر عليہ السلام ٿو فرمائي تہ رسول الله ﷺ جي وفات کان پوءِ سڀ ماڻهون مرتد ٿي ويا فقط ٽي ماڻهون مسلمان رهيا.

﴿1﴾ مقداد بن الاسود.
﴿2﴾ ابو ذر غفاري.
﴿3﴾ سلمان فارسي.

اهڙي طرح شيعن جي علامہ باقر مجلسي پنهنجي مشهور ڪتاب "حيات القلوب جلد 2 مطبوع نولڪشور لکنؤ" 1916ع صفحہ نمبر 767 ۾ لکيو آهي تہ حضور پاڪ ﷺ کان پوءِ سڀ اصحاب ڪافر ۽ مرتد ٿي ويا. "چون حضرت رسول از دنيار حلت نمود مردم همہ مرتد شدند بغير چهار نفر علي ابن ابي طالب و مقداد و سلمان و ابوذر".

ساڳي طرح ڪتاب "رجال ڪشي صفحہ نمبر 8" ۾ آهي تہ "ارتد الناس الا ثلاثة نفر سلمان و ابو ذر والمقداد وان اردت الذي لم يشک و لم يدخل شيء فالمقداد".

يعني سڀ ماڻهون مرتد ٿي ويا سواءِ ٽن شخصن جي سلمان، ابو ذر ۽ مقداد جيڪڏهن تون هڪ اهڙو ماڻهون گهر ڪرين جنهن جي دل ۾ شڪ نہ پيو هجي ۽ نہ ئي ان جي دل ۾ ڪا برائي داخل ٿي هجي سو مقداد آهي.

هي آهي شيعن جو ڪفريو ضروري عقيدو اصحابن سڳورن رضوان الله تعالىٰ عليهم بنسبت.

هاڻي شيعہ صاحبان پنهنجي انهي عقيدن موجب ٻڌائين تہ:

﴿1﴾ ڇا هادي اسلام سيد الانبياء محمد رسول الله ﷺ جي پاڪ عالمگير تعليم جو اثر فقط ٽن چئن ماڻهن "ابوذر، علي، مقداد، سلمان فارسي" تي ٿيو؟.

﴿2﴾ ڇا اسلام پاڪ جي صداقت جو اثر انهي ڪي چئبو آهي جو ٽي، چار ماڻهون ان جي صداقت تي قائم رهيا باقي سڀ ڦري ويا؟ هي آهي اسلامي صداقت جو اثر شيعن وٽ؟

﴿3﴾ ڇا قرآن شريف جي نزول ۽ خاتم النبيين رحمة للعالمين جي عالمگير رسالت جو دنيا کي اهو فائدو ٿيو جو ٽن چئن کان مٿي مسلمان ئي نہ رهيا؟.

﴿4﴾ ڇا خدا وند تعالىٰ قرآن شريف جو نزول ۽ رسول الله ﷺ جي رسالت جو ايڏو عظيم الشان ڪم فقط انهن چئن ماڻهن لاءِ فرمايو؟.

﴿5﴾ ڇا آيت "كنتم خير امة" وارو عظيم الشان خطاب فقط حضرت علي ۽ انهن ٽن ماڻهن لاءِ فرمايو؟.

﴿6﴾ ڇا حضرت علي کي انهن ٽن ماڻهن جي عمارت ڪري امير المؤمنين چئبو؟.

﴿7﴾ ڇا حضرت علي جو انهن ٽن ماڻهن جي اجماع ۽ اتفاق سان خليفة الاسلام ٿيو هوندو سو شيعہ عقيدي موجب خليفة المسلمين ۽ امير المؤمنين ٿي سگهندو.

﴿8﴾ ڇا باني اسلام فخر الانبياء حضرت نبي ڪريم ﷺ جي 23 سالن جي اسلامي تبليغ ۽ بي مثال قربانين جو نتيجو اهو ٿيو جو فقط ٽي ماڻهون اسلام تي قائم رهيا باقي سڀ مرتد ٿي ويا؟.

﴿9﴾ ڇا قرآن شريف جنهن تي اسلام ۽ ايمان جو دارومدار آهي ۽ اسان کي اصحابن سڳورن رضوان الله عليهم جي ذريعي پورو پورو ۽ مڪمل ٿي مليو آهي شيعن جي انهي ناپاڪ ڪفريہ اعتقاد موجب جو سڀ اصحاب مرتد ٿي ويا جنهن ۾ خلفاء ثلاثہ (حضرت ابو بڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان ذوالنورين) بہ شامل آهن تہ پوءِ بقول شيعہ ڪافرن ۽ مرتدن جي جمع ڪيل قرآن تي ڪيئن ايمان ٿي سگهندو؟.

هڪ شاعر سچ چيو آهي:

مؤمن قرآن شدن بارفض دون

ایں خیال است و محال است و جنون

﴿10﴾ ساري دنياءِ اسلام جو انهي ڳالھ تي اتفاق آهي تہ اصحابن ڪرامن جي عيني شهادت جي ٿي ذريعي رسول الله ﷺ جي نبوت ۽ رسالت جي تصديق اسان کي ملي آهي ۽ اصحابن ڪرامن جي ئي ذريعي اسلام جي تبليغ ۽ رسول الله ﷺ جي پاڪ تعليم دنيا ۾ ڦهلي آهي تہ پوءِ شيعن جي ڪفريہ عقيدي موجب رسول الله جي

رسالت ۽ پاڪ تعليم تي ڪيئن ايمان ٿي سگهندو؟ ڇا ڪافر ۽ مرتد اسلام جي پاڪ تعليم ۽ تبليغ ڪندا؟.

﴿11﴾ هي ڳالهہ بہ ساري دنيا تسليم ڪندي آهي تہ حضور پاڪ ﷺ ڪان بعد لڳو لڳ 23 سال خلفاءِ ثلاثہ رضي الله تعاليٰ عنهم جي خلافت يڪي بعد ديگري رهي آهي ۽ بقول علماء شيعہ اهڙي زبردست حڪومت خلفاء ثلاثہ جي رهي آهي جو سيدنا حضرت علي شير خدا ڪي انهن جي آڏو چون و چران ڪرڻ جي طاقت ئي نہ هئي تہ پوءِ شيعن جي عقيدي موجب جيڪڏهن اهڙن طاقتور خليفن کي ڪافر ۽ مرتد تسليم ڪيو ويندو تہ اسلام جي ڪنهن بہ ضروري شيء قرآن وغيره تعليم النبي ڪيئن تحريف ۽ انهن جي تصرف ڪان بچيل هوندي؟ قرآن پاڪ جي تحريف جو مفصل بيان ٻي هنڌ ڏنل آهي.

﴿12﴾ خدا وند تعاليٰ قرآن شريف ۾ حضور پاڪ ﷺ کي فرمائي ٿو تہ منافق تنهنجي پاڙي ۾ گهڻو وقت نہ رهي سگهندا. "ثُمَّ لَا يُجَاوِرُونَكَ فِيهَآ اِلَّا قَلِيلًا". (سورة احزاب آيت 60) حالانڪ اصحاب ثلاثہ يعني حضرت ابو بڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنهم کي اهڙي پاڙيسري نصيب ٿي جو حياتي ۾ بہ رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ هر وقت حاضر هيا ۽ وفات ڪان پوءِ بہ حضرت ابو بڪر ۽ حضرت عمر





فاروق هڪ روضي ۾ پهلو بہ پهلو آرام فرما آهن ۽ حضرت عثمان ذوالنورين جنت البقيع مديني ۾ (جتي رسول الله ﷺ جا اهلبيت آرامي آهن) آرام فرمائي رهيا آهن. جيڪڏهن بقول علماءِ شيعہ اصحاب ثلاثہ منافق ۽ مرتد هيا تہ پوءِ ڪين اهو قرب چو حاصل ٿيو ۽ پنهنجي تفسير "خلاصة المنهج" ۾ شيعن جو عالم فتح الله ڪاشاني انهي آيت هيٺ لکي ٿو "مگر در زمان اند ڪہ چہ دراند ڪہ فرصتي مستاصل گردند" هاڻي شيعہ صاحبان قرآن شريف کي ڇا جواب ڏيندا؟.

﴿13﴾ جيڪڏهن شيعن جي عقيدي موجب اصحاب ثلاثہ ڪافر ۽ منافق هيا تہ پوءِ رسول الله ﷺ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ انهن سان جهاد (جنگ) ڇو نہ ڪيو؟ حالانڪ قرآن شريف ۾ حضور پاڪ ﷺ کي صاف حڪم ٿيل آهي تہ اي نبي! ڪافرن ۽ منافقن سان جنگ ڪر."يَا اَيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ الكُفَّارَ وَالْمُنَافِقِيْنَ".(سورة توبہ آيت 73).

﴿14﴾ جڏهن تہ شيعہ اصحاب ثلاثہ رضي الله تعالىٰ عنهم جا خود ساختہ مظالم بيان ڪندا آهن جو خلفاء ثلاثہ حضرت علي رضي الله کان خلافت ڪسي ورتي، باغ فَدڪ دٻائي ڇڏيو، جناب سيده فاطمہ رضي الله عنها جي سخت توهين ڪئي، ان جون پاسريون ڀڳائون ۽ ٻار ڪيرايائون ۽ سندس لخت جگر سيده ام ڪلثوم کي حضرت

عمر زور سان ڪسي ورتو، پوءِ سوال آهي تہ حضرت علي اهڙي وقت ۾ ڇو نہ ترار ڪنئي ۽ ڇو نہ جنگ ڪيائين؟ شيعن جو چوڻ آهي تہ حضرت علي صبر ڪيو، وري سوال پيدا ٿيندو تہ امير معاويہ سان ڇو جنگ ڪيائين جو هزارين ماڻهون پنهن ڌرين جا قتل ٿي ويا؟ وري جيڪڏهن اهڙو صبر جو حڪم هو تہ پوءِ حضرت امام حسين رضي الله يزيد مردود سان ڇو جنگ ڪئي؟ پنهنجي ۽ معصوم شهزادن جون جانيون ڇو قربان ڪيائين؟.

﴿15﴾ جيڪڏهن شيعن جي عقيدي موجب خلفاءِ ثلاثہ (رضوان الله عليهم اجمعين) ڪافر ۽ منافق ۽ دشمن اهلبيت هيا تہ پوءِ حضرت امام حسن ۽ حضرت امام زين العابدين ۽ حضرت امام موسيٰ ڪاظم رضي الله تعاليٰ عنهم پنهنجي پنهنجي اولاد جو نالو ابوبڪر، عمر، عثمان ڇو رکيو ۽ حضرت امام رضا ۽ حضرت امام علي نقي پنهنجي پنهنجي شهزادين جو نالو "عائشہ" ڇو رکيو؟

دنيا ۾ هي قاعدو آهي تہ پنهنجي بزرگن ۽ واجب التعظيم بزرگوارن جي نالن سان تبرڪ جي لاءِ پنهنجي اولاد جا نالا رکيا آهن، پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان جي دشمنن جا نالا ڪوبہ پنهنجي اولاد تي نہ رکندو آهي. ڪربلا جي واقعي کي ڪيتريون صديون گذريون آهن مگر ڪنهن بہ مسلمان اهلبيت جي محب پنهنجي اولاد

تي يزيد پليد ۽ شمر مردود جو نالو نہ رکيو آهي شيعہ صاحبان ٿورو غور ڪري پوءِ جواب ڏين؟

﴿16﴾ شيعن جي ڪتابن ۾ هي ڳالهہ بہ ثابت آهي حضرت علي ڪرم الله وجهہ الڪريم جي ٽن پٽن جا نالا ابو بڪر، عمر، عثمان هيا جو پنهنجي ڀاءُ سيدنا امام حسين عالي مقام سان گڏ ڪربلا ۾ شهيد ٿيا.

هاڻي سوال آهي تہ شيعہ مرثين ۾ حضرت علي جي انهن صاحبزادن جا نالا ڇو نہ وٺندا آهن؟ ڇا انهن کان اها خطا ٿي جو حضرت علي انهن جا نالا خلفاء ثلاثہ جي نالن تي رکيا؟ ڇا انهن جي اها خطا آهي جو پنهنجي ڀاءُ سيدنا امام حسين تي سر قربان ڪيو؟.

﴿17﴾ جيڪڏهن اصحاب ثلاثہ رضي الله عنهم جي خلافت برحق نہ هئي تہ پوءِ حضرت "شهربانو" (حضرت امام زين العابدين جي والده) جيڪا حضرت عمر جي خلافت وقت غنيمت ۾ قيد ٿي آئي هئي جيڪا فارس جي بادشاهہ جي ڌيءُ هئي ۽ حضرت عمر سيدنا امام حسين جي نڪاح ۾ ڏني، اهو واقعو خود شيعن جي معتبر ڪتاب "اصول ڪافي" مطبوع نولڪشور لکنئو صفحہ 296 ۾ بہ لکيل آهي. هاڻي سوال آهي تہ شيعن جي عقيدي موجب خلفاء ثلاثہ ڪافر ۽ مرتد هيا (نعوذ بالله) تہ پو انهن جي ذريعي جيڪا غنيمت فتح ۾ آئي هوندي اها ڪيئن حلال هوندي؟ ۽ بقول شيعہ

امام معصوم انهي حرام مال ۾ ڪيئن دخل ڏيندا؟ ۽ شيعن جي عقيدي موجب خلفاء ثلاثہ جي مال غنيمت کي حرام چيو وڃي ٿو تہ پوءِ جيڪي بہ سادات سيدنا امام زين العابدين کان وٺي ٿيا آهن انهن جي نسب تي ڪيڏو نہ ناپاڪ حملو آهي؟ شيعن کي گهرجي تہ انهن واقعن کي ڏسي غور ڪن.

## حضرت سيد المرسلين ۽ حضرت علي سان اصحابن ڪرامن جا گهرا تعلقات

﴿18﴾ شيعہ عقيدي موجب جيڪڏهن اصحابہ ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم ڪافر، مرتد ۽ دشمن رسول ۽ دشمن اهلبيت آهن تہ پوءِ انهي عقيدي موجب حضور پاڪ ﷺ تي اعتراض لازم ايندو تہ خداوند تعاليٰ جي نافرماني ڇو ڪيائين، الله ۽ الله جي رسول جي دشمنن کي پنهنجو دوست ڇو ورتائين حالانڪ قرآن شريف ۾ آهي تہ "لَاتَتَّخِذُوْا عَدُوِّيْ وَ عَدُوَّكُمْ اَوْلِيَآءَ"

(سورة الممتحنه آيت 1)

يعني منهنجي ۽ پنهنجي دشمنن کي دوست ڪري نہ وٺو. حالانڪ حضرت سيد الانبياء اصحابن ڪرامن کي خاص ڪري خلفاء ثلاثہ رضي الله تعاليٰ عنهم کي تہ اهڙو دوست بڻايو جو سفر ۽ حضر ۾ سندن رفاقت کي غنيمت ڪري سمجهيائون حضور ﷺ کان پوءِ بہ حضرت علي رضي الله عنہ اهڙي مخلصانہ روش رکي جو حضرت

عمر رضي الله عنہ کي پنهنجي ڌيءُ حضرات حسنين رضي الله عنهما جي سڳي ڀيڻ نڪاح ۾ ڏنائين.
جيڪڏهن شيعن جي چوڻ موجب حضرت رسول الله ﷺ ۽ حضرت علي رضي الله عنہ مجبور هيا تہ پوءِ هجرت ڇو نہ تي ڪيائون؟ جو اهڙي مجبوري جي وقت ۾ هجرت فرض ٿيندي آهي.



## شيعن جا حضرت علي رضي الله عنہ تي ناپاڪ حملا

جيڪڏهن صحابہ ڪرام نعوذ بالله ڪافر ۽ منافق هيا تہ پوءِ حضرت علي ڪرم الله وجهہ پنهنجي حضرت امام حسن و حسين رضي الله عنهما جي سڳي ڀيڻ سيده ام ڪلثوم حضرت عمر جي نڪاح ۾ ڇو ڏني؟.

شيعن وٽ هن اعتراض جو جواب هي آهي تہ حضرت عمر سان جگر گوشہ فاطمہ سيده بتول سيده ام ڪلثوم کي حضرت علي کان ڪسي ورتو هيو. جيئن تہ شيعن جي معتبر ڪتاب ” فروع ڪافي“ جلد 2 صفحہ 141 ”باب تزويج ام ڪلثوم“ ۾ هيءَ حديث امام جعفر صادق رضي الله عنہ کان روايت ڪئي وئي آهي. حديث جا الفاظ هي آهن.

”عن زراره عن ابي عبدالله عليه السلام في تزويج ام كلثوم و قال ان ذالک اول فرج غصبناه“.

يعني امام جعفر صادق کان زراره روايت ڪئي آهي تہ امام صاحب کان جناب بي بي ام ڪلثوم جي پرڻائڻ بابت پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ جو اهو پهريون ئي شرم گاهہ آهي جو اسان کان زور سان کسيو ويو آهي.

نهايت افسوس جي ڳالهہ آهي جو شيعہ مذهب جا ڪافي ڪليني جهڙا اصولي ۽ معتبر ڪتاب حضرت بي بي ام ڪلثوم جگر گوشہ فاطمہ بتول جي انهي نڪاح واري واقعي کي شرم سوز الفاظن ۾ بيان ڪري حضرت عمر تي زور سان ڦُري وڃڻ جو الزام مڙهي رهيا آهن، مگر افسوس جو شيعہ ايترو بہ نہ ٿا سمجهن تہ اهو حضرت علي شير خدا جي غيرت تي ڪيڏو نہ ناپاڪ ۽ مردود حملو آهي جو سندس نياڻي زور سان ڦرجي وڃي ۽ حضرت علي جهڙو شير خدا غيور بهادر مات ڪري ويهي. حقيقت ۾ شيعن جو فرقو دوستي جي آڙ ۾ ابن سبا يهودي جي پيروي ڪندي صحابہ ڪرام سان گڏ خود اهلبيتن تي پنهنجي بغض جا چوهہ چنڊي رهيو آهي.



## شيعن جي ڪتابن ۾ هڪ بيهوده وصيت

حضرت بي بي ام ڪلثوم جي ڪسجي وڃڻ جي زبردست تائيد شيعن جي معتبر ڪتاب "اصول ڪافي" بحث الحجتہ جي باب 61 ۾ گهڻين حديثن جي ذريعي ڪئي وئي آهي انهي باب ۾ وصيت جو ذڪر ٿيل آهي جنهن ۾ حضرت علي کي رسول الله ﷺ جي ذريعي تاڪيد ٿيل آهي تہ جيڪڏهن ڪعبة الله کي ڊاٿو وڃي ۽ قرآن شريف کي پرزه پرزه ڪيو وڃي ۽ تنهنجي (حضرت علي جي) ڏاڙهي ۽ مٿو رت سان رنگيو وڃي ۽ تنهنجي عزت خاڪ ۾ ملائي وڃي يعني تنهنجي ڌيءُ "ام ڪلثوم" زور سان ڪسي وڃي تڏهن بہ تون ضرور صبر ڪان ڪم وٺجان. انهي وصيت نامي تي ٻارنهن امامن جون مهرون لڳل آهن.

انهي وصيت جو ذڪر ڪتاب "جلاء العيون" اردو جلد 2 صفحہ 58 ۾ بہ آهي جنهن ۾ حضرت علي چوي ٿو تہ مان صبر ڪندس، في الحال اصول ڪافي جي عبارت ڏي توجه ڪجي ٿو جو حضرت علي انهي وصيت کي قبول ڪيو ۽ راضي هيو هيٺيان الفاظ جواب ۾ عرض ڪيائين.

"فقلت و رضيت و ان انهتكت الحرمة و ع لمت السنن و مزق الكتاب و هدمت الكعبة و خضبت لحيتي من راس بدم عبيط صابرا محتبسا ابدا حتى اقدم عليک".

انهي حديث جي هيٺان شيعن جو علامه خليل قزويني پنهنجي مشهور ڪتاب "الصافي شرح اصول ڪافي" ۾ لکي ٿو: جو حضرت علي فرمايو ته "مراد غصب دختر من ست که بزور خواهند گرفت اشارت است به غصب عمر "ام کلثوم" فاطمه عليهما السلام راتا آنکه افتادم بروئي خود گفتم آري قبول کردم وراضي شدم هرچند که دريده شود پرده و معطل شده طريقهائي خدا ورسول پاره پاره کرده شود احکام قرآن خراب کرده شود کعبه و رنگه کرده شود محاسن من از جانب سر من بخون خالص بر حاليکه صبر کنده باشم حساب انرا به قيامت اندازنده باشم تاوقتيکه وارد شوم برتو تاروز مرگ يادر روز قيامت" انتهیٰ بلفظ.

ڏسو الصافي شرح اصول ڪافي بحث الحجة جي جز 3 باب 61 صفحه 282.

ساڳي طرح الصافي جي صفحه 281 ۾ هڪ حديث جي هن الفاظن: وعلى ذهاب حقک و غصب خمسک و انهتاک حرمتک قال نعم يا رسول الله هيٺيان هي الفاظ لکيل آهن.

"وبرفتن حق خلافت تو وغصب خمس تو و دريدن پرده تو اشارت است بد امادي عمر پس گفت آري اي رسول الله" اصول ڪافي جي انهي باب ۾ هي به لکيل آهي ته انهي وصيت نامي تي ٻارنهن امامن جون مهرون لڳل آهن. مطلب

ته شيعن جا معتبر حديث جا ڪتاب ببانگ دهل هي اعلان ڪري رهيا آهن ته حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه حضرت بي بي ام ڪلثوم جگر گوشه فاطمه بتول کي حضرت علي کان زور سان ڦري ورتو.

شيعن کي ذرا شرم اچڻ گهرجي جو دوستي جي لباس ۾ حضرت علي شير خدا جي ڪيڏي نه سخت بي عزتي ڪري ان تي بيغيرتي جو ناپاڪ الزام لڳائي رهيا آهن.



## شيعه صاحبان ذرا شرم ڪان ڪم وٺي هيٺين ڳالهن جا جواب ڏين

﴿1﴾ ڇا شيعن جي انهي باطل عقيدي موجب حضرت علي تي ناپاڪ حملو نه آهي؟

﴿2﴾ ڇا جنهن شخص کي سني ۽ شيعو شير خدا ڪري مڃين اهو اهڙو بيغيرت ٿي سگهندو جو سندس جگر گوشه بي بي ام ڪلثوم کي زور سان ٻيا ڦري وڃن ۽ پاڻ مات ڪري ويهي؟.

﴿3﴾ ڇا ڪو ادنيٰ باغيرت "شيعو" پنهنجي لاءِ هي ڳالهه سهي سگهندو؟.

﴿4﴾ ڇا رسول الله ﷺ اهڙي بي غيرتي جي تعليم ۽ وصيت ڪندو جو حضرت علي پنهنجي ڌيءُ جي ڦرجي وڃڻ تي صبر ڪري؟

﴿5﴾ ڇا دوازده امام (ٻارنهن امام) اهڙي بي غيرتي جي وصيت نامي تي پنهنجي تصديق ۽ قبوليت جي مهر لڳائيندا؟

﴿6﴾ ڇا دوازده امامن (ٻارنهن امام) ۽ حضور پاڪ ﷺ تي اهڙو بهتان ۽ افترا ڪڙو ڪرڻ، شيعن جو سخت ناپاڪ حملو نہ آهي؟

﴿7﴾ ڇا هڪ اهلبيت رسول الله جي پاڪ نياڻي ايتري عمر اهڙو ناجائز تعلق پنهنجي پيءُ جي مرضي جي خلاف رکي سگهندي؟

﴿8﴾ شيعي مذهب وارن جو متفقہ عقيدو آهي تہ حضور پاڪ ﷺ کان بعد حضرت علي خلافت جو مستحق آهي تہ پوءِ شيعہ حضرات ٻڌائن جو بقول علماء شيعہ حضرت علي کي ڪعبة الله شريف جي ڍاهڻ تي غيرت نہ ٿي اچي ۽ قرآن شريف جي پرزه پرزه ٿي وڃڻ تي بہ غيرت نہ ٿي اچي بلڪ بقول باقر مجلسي مندرجہ ڪتاب جلاء العيون اردو صفحہ 152 حضرت علي کي سيده فاطمہ جي پاسرن ڀڃڻ ۽ سندس پيٽ ۾ ٻار شهيد ڪرڻ ۽ پنهنجي لخت جگر بي بي ام ڪلثوم جي ڪسجي وڃڻ تي بہ غيرت نہ ٿي اچي تہ پوءِ اهو شخص (حضرت علي) ڪيئن امير المؤمنين ۽ اسلام جو تاجدار شيعي مذهب موجب ٿي سگهي ٿو؟.

هي آهي شيعن جي ناپاڪ دوستي حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ اهلبيت سان. مسلمانو! بيدار ٿيو جو شيعن جو ٽولو دوستي جي آڙ ۾ اسان جي آقا ۽ موليٰ شير خدا علي رضي الله عنہ

تي بزدلي جا ناپاڪ الزام رکي اسان جي دلين کي پاش پاش ڪري رهيو آهي.

کیوں دوستی کے پردے میں کرتے ہو دشمنی

کیوں دامن ادب کی اڑاتے ہو دھجیاں

(٧) جا حضرت فاطمة الزهرا انهي وصيت کان بي خبر ۽ جاهل هئي جو جڏهن حضرت علي بقول علماء شيعه حضرت ابابکر صديق جي خليفه ٿيڻ وقت صبر ڪيو ۽ حضرت فاطمة تي ظلم ٿيا تڏهن حضرت فاطمه انهي ايتري قدر غصو ڪيو جو ادب شوهر کي بالائي طاق رکي حضرت علي تي خوب چوهه چنبديا ۽ هي الفاظ چيائين ته اي ابي طالب جا پٽ پيٽ جي ٻار وانگر گهر ۾ لکي ويٺو آهين ۽ خائنن وانگر گهر ۾ گهسي ويو آهين، هن کان اڳ بهادرن کي مغلوب ڪندو هئين، هينئر پاڻ انهن جو مغلوب ٿيو آهين. جيئن ته شيعن جي معتبر ڪتاب احتجاج مطبوعه ايران صفحه 59 ۾ شيعن جو علامه نوري طبرسي لکي ٿو ته:

"قالت لامير المومنين عليه السلام يا ابن ابي طالب اشتملت شملة الجنين وقعدت حجرة الظنين الخ".

انهي روايت جو ترجمو شيعن جي علامه باقر مجلسي پنهنجي مشهور ڪتاب "حق اليقن" صفحه 233 ۾ لکي ٿو ته "خطا بھائی درشت باسید اوصیا نمود که مانند جنین در رحم پرده نشین شده و مثل خائبان در خانہ گریختہ بعد از

آنکه شجاعان دہرا بر خاک ہلاکہ انگندی مغلوب ایناں گردیدہ الخ" متي مطلب گذري چڪو.

ڪتاب اصول ڪافي جي متين وصيت موجب حضرت علي کي صبر ڪرڻ ضروري هيو تہ پوءِ حضرت فاطمة الزهراءِ جو حضرت علي کي اهڙو سخت ذليل ڪيو؟.



## حضرت علي رضي الله عنه جي بهادري

اسين اهل سنت حضرت مولي علي المرتضيٰ شير خدا کي اشجع الاشجعين شيرخدا اسد الله الغالب ڪري مڃيندا آهيون.

مگر شيعہ مذهب وارا هڪ طرف حضرت علي شيرخدا کي اهڙو بزدل تسليم ڪندا آهن جو پنهنجي ذيءَ جي ڪسجڻ ۽ حضرت فاطمہ جي پاسرين ڀڄڻ سندس ٻار شهيد ٿيڻ ۽ حق خلافت جي غصب ٿيڻ تي بہ سندن بهادري کي جوش نٿو اچي؟

تہ ٻي طرف وري هي عقيدو حضرت علي ۾ رکندا آهن تہ الله تعاليٰ حضرت علي رضي الله عنہ کي ساري دنيا جون شيون تابع ڪري ڏنيون آهن مثلا سج، چنڊ، تارا، ڪڪر، گاج، وڄ، جبل، درياء وغيره. ڏسو حق اليقين اردو صفحہ 436 ۾ روحن جو قبض ڪرڻ بہ امامن جي اختيار ۾ آهن، حق اليقين اردو صفحہ 496 بلڪ شيعن جي مستند ڪتاب اصول ڪافي مطابع نولڪشور صفحہ 185 ۾ هڪ





خلاصو باب لکيل آهي تہ مرڻ امامن کي پنهنجي اختيار ۾ هوندو آهي ۽ پنهنجي مرڻ جو وقت بہ امامن کي معلوم هوندو آهي انهي باب جو عنوان هي آهي: "باب ان الائمتہ عليهم السلام يعلمون متى يموتون وانهم لايموتون الا باختيار منهم".

حضرت علي رضي الله عنہ لاءِ انهيءَ وصيت ۾ صبر ڪرڻ جي حد مقرر نہ ڪئي وئي آهي تہ ڪيتري تائين صبر ڪرڻ گهرجي، بلڪ حضرت علي صاف اقراري ٿيو آهي تہ هميشہ مرڻ تائين صبر ڪندو رهندس ۽ ڪنهن سان بہ لڙائي يا جنگ نہ ڪندس هاڻي سوال هي آهي تہ حضرت علي فاطمہ الزهراء جي ظلمن تي تہ اهڙو صبر ڪيو جو بقول علماء شيعہ حضرت فاطمہ الزهرا تي ايتري قدر ظلم ٿيا جو سندس بازو ۽ پاسريون ڀڄي پيون ۽ سندس فرزند جنهن جو نالو اڳي ئي محسن رکيو ويو هو اهو پيٽ ۾ ئي شهيد ڪيو ويو ۽ حمل ساقط ٿيو، اهو قصو شيعن جي علامہ مجلسي پنهنجي ڪتاب "جلاء العيون" جلد اول صفحہ 152 ۾ آندو آهي ۽ انهي صفحي ۾ هي بيان بہ لکيل آهي تہ حضرت علي جي گردن مبارڪ ۾ رسو وجهي مسجد ۾ بيعت لاءِ ونيو ويا (نعوذ بالله تعالىٰ من خرافات الشيعة) ۽ اهو واقعو شيعن جي گهڻن ڪتابن ۾ موجود آهي.

ڏسو ڪتاب حق اليقين مصنف باقر مجلسي صفحہ 200 ۽ ڪتاب نور الايمان صفحہ 193 ۽ ڏسو ڪتاب خلاصة المصائب صفحہ 333 ۽

صفحہ 166 ۽ ڏسو ڪتاب سيف حسيني مطبوعہ يوسفي پريس دهلي صفحہ 24 ۽ صفحہ 74.

شيعن جي خود ساختہ بيان ڪيل ظلمن کي پيش ڪندي ازخود حضرت علي جي باري ۾ شيعن تي لاجواب اعتراض وارد ٿيندا آهن. ۽ حسب تصريح ڪتب شيعہ حضرت علي جي اهڙي حالت ٿي هئي جو حضرت سيده فاطمہ کي گڏھ تي چاڙهي حضرات حسنين کي پا پياده ٿي ڏينهن مدينہ جي گهر گهر ۾ پنهنجي مظلوميت جي دانهن ڪٿي ويو جو ڪوبہ مددگار نہ ٿيس ڏسو شيعن جو معتبر ڪتاب احتاج طبرسي صفحہ 46.

”حمل علي فاطمه على حمار واخذ ابنيه الحسن والحسين فلم يدع احدا من المهاجرين والانصار الا اتي في معزلته و ذكر حقه و دعاه الى نصرتة“.

اسان اهلسنت جو عقيدو ۽ يقين آهي تہ اهي سڀ ڳالهيون حضرت شير خدا علي المرتضيٰ تي شيعن بهتان مڙهيا آهن ۽ دوستي جي پردي ۾ اهلبيت عليهم السلام تي ڪليل حملا آهن. اهو ڪتاب احتاج طبرسي مطبوع ايران شيعن جي مدرسة الواعظين لڪنئو جي نصاب تعليم ۾ داخل آهي مگر هاڻي شيعہ ٻڌائن تہ حضرت علي جي برخلاف امير معاويہ ڪهڙو ايڏو وڏو ظلم ڪيو هو جو بقول شيعہ رسول خدا ﷺ جي تاڪيدي وصيت کي حضرت علي المرتضيٰ پس پشت اچلائي جنگ عظيم برپا ڪئي جنهن ۾ طرفين

جا هزارين جان نثار دوست قتل ٿي ويا ۽ هزارها سچا مسلمان ۽ صحابہ ڪرام قتل ٿيا ان وقت حضرت علي ڇو نہ صبر ڪيو حالانڪ پڻ حضرت علي بقول علماء شيعہ وصيت ۾ اقرار ڪيو آهي مرڻ تائين ظلم سهندس ۽ ڪنهن سان مقابلو نہ ڪندس؟.
شيعہ صاحبان پنهنجي معتبر ڪتابن جي ذڪر ڪيل عبارتن کي ڏسي انهن اعتراضن جا جواب ڏين.
نهايت افسوس آهي انهن بي خبر مسلمانن جي حال تي جيڪي شيعن جي تولي کي آل رسول ۽ حضرات دوازده امامن (ٻارنهن امام) جو دوست ڪري سمجهندا آهن انهي سموري خرابي جي ذميواري اهلسنت جي عالمن تي آهي جن جي غفلت اڄ جو ڏينهن ڏيکاريو آهي جو سنڌ ۾ علي الاعلان شيعن جون انجمنون اشتهارن ۾ پڌرو ڪري رهيون آهن تہ "اهلسنت وارا اصحابن ڪرامن جو ايمان ثابت ڪن" ۽ روز و شب شيعہ افراد اسان جي تاجداران اسلام تي ناپاڪ حملا ڪري رهيا آهن ۽ بعض وقت تقيو ڪري اهلسنت جي لباس ۾ پنهنجي مذهب جي تبليغ ڪري مسلمانن جو ايمان برباد ڪن ٿا. سخت ضرورت آهي جو شيعن جا مذهبي ڪتاب گهرائي شيعن جي باطل ۽ ڪفريہ عقيدن کان مسلمانن کي خبردار ڪيو وڃي ۽ شيعہ مذهب جا ترديدي ڪتاب مطالعہ ڪري متفق طريقي سان شيعن جي ناپاڪ حملن جو جواب ڏجي. انهن متين

عقيدن جي ظاهر ٿيڻ کان بعد هي ڳالهه آفتاب وانگر روشن ٿي وئي آهي تہ شيعن جو ٽولو حقيقت ۾ ڪيتري قدر اسلام ۽ اهلبيت رسول جو دشمن آهي ۽ حضرت سيدنا علي تي ڪهڙا نہ ناپاڪ ۽ شرم سوز حملہ ڪري اسان جي دلين کي صدمو پهچائي رهيو آهي.

مطلب تہ ڪو دشمن اسلام ۽ خارجي بہ حضرت علي ۽ بين امامن سڳورن تي اهڙن ناپاڪ ۽ مردود حملن ڪرڻ جي جرئت نہ ڪري سگهندو، ۽ جهڙي طرح شيعن جو ٽولو دوستي جي آڙ ۾ حضرت علي جهڙي شير خدا تي وار ڪري رهيو آهي اهڙن مردود عقيدن جي گهڙڻ مان هميشہ شيعن جو هي مطلب هوندو آهي تہ حضرت عمر ۽ بين اصحابن جا خود ساختہ مظالم بيان ڪري ماڻهن کي صحابہ ڪرام رضي الله عنهم کان بيزار ڪيو وڃي مگر عقل جا انڌا ايترو بہ نہ ٿا سمجهن تہ در حقيقت اهڙين ڳالهين ۾ حضرت علي ۽ اهلبيت عظام سان شيعن جي دشمني جو ثبوت ڪافي کان زياده ملي رهيو آهي.

جڏهن شيعن کي پڇڻ جي طاقت بہ نہ رهندي آهي تڏهن قسمين قسمين جون چالبازيون ڪيڏي ابوجهہ اهلسنت جي (عوام کي) برغلائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن يعني چالباز شيعہ حضرت بي بي ام ڪلثوم بابت چوندا آهن تہ حضرت عمر جو نڪاح بي بي ام ڪلثون سان بيشڪ آهي مگر اها بي بي ام ڪلثوم حضرت علي

جي ڌيءُ نہ آهي ۽ بعضي شيعہ وري حضرت عمر سان نڪاح جو ئي انڪار ڪندا آهن، جيئن ھڏڻ ۾ آيو آهي تہ مولوي جان محمد ڀٽ پنهنجي هڪ رسالي "ذوالفقار" ۾ انهي واقعي جو انڪار ڪيو آهي. جيڪڏهن ڪنهن صاحب کي اهو رسالو ملي تہ قيمت سان دفتر الهمايون موڪلي ڏي اسين ان واقعي ھڏڻ شرط رسالي جي ملڻ لاءِ ڪوشش ڪئي مگر نہ ملي سگهيو. بهر حال هن وقت ضرورت آهي جو شيعہ مذهب جي مستند حديثن جي ڪتابن مان هن ڳالھ تي ڪافي ڪان زياده روشني وڌي وڃي، حضرت علي جي ڌيءُ حضرت امام حسن حسين جي سڳي ڀيڻ بي بي ام ڪلثوم حضرت عمر رضي الله جي نڪاح ۾ هئي پوءِ شيعہ ڪٿي غصب جي نسبت ڏين يا ڪا ٻي، مٿي ذڪر ڪيل عبارتون اگرچہ ڪافي هيون "مگر دزد را تا بہ خانہ باید رسانید" جي قول تي عمل ڪري شيعہ ڪتب مان ٻيون حديثون نقل ڪجن ٿيون.

شيعن جي مستند ڪتاب حديث "تهذيب الاحڪام" صفحہ 380 ۾ هي روايت آهي تہ "عن جعفر عن ابيه قال ماتت ام كلثوم بنت علي و ابنها زيد ابن عمر ابن خطاب في ساعة واحدة" هن حديث تہ شيعن جو ناطقو بند ڪري ڇڏيو ۽ صاف اعلان ڪيائين تہ بي بي ام ڪلثوم حضرت علي جي ڌيءُ هئي ۽ بي بي صاحبہ کي حضرت

عمر مان هڪ ڀار زيد ناليءِ ٻہ ٿيو هو ۽ ٻئي ماءُ پٽ هڪ ڏينهن فوت ٿيا هئا.

اهڙي طرح هڪ ٻي حديث فروع ڪافي جلد 2 صفحہ 311 ۽312 ۾ بيان ٿيل آهي: "عن سليمان بن خالد قال سئلت ابا عبدالله عليه السلام عن امراة توفي عنها زوجها اين تعتد في بيت زوجها او حيث شائت قال بل حيث شائت ثم قال ان عليا صلوات الله عليه كلمات عمر اتي ام كلثوم بيدها فاذ لحق بها الى بيته".

هن حديث ۾ تہ اها ڳالھ ٻہ ثابت ٿي وئي جو بي بي ام ڪلثوم پنهنجي پيءُ حضرت علي جي مرضي سان حضرت عمر جي نڪاح ۾ آئي جيڪڏهن پيءُ جي مرضي کان سواءِ حضرت عمر جي گھر ۾ رهي ها تہ حضرت علي پنهنجي گھر ۾ عدت ويهڻ لاءِ هرگز نہ وٺي اچي ها.

## حضرت عمر ۽ حضرت بي بي ام ڪلثوم جي نڪاح بابت تاريخي ثبوت

زياده ثابتي لاءِ ڏسو ڪتاب "تاريخ طراز مذهب مظفري" جنهن جو مصنف شيعہ مذهب جي وڏي مؤرخ صاحب ناسخ التواريخ جو پٽ آهي ۽ ايراني سلطنت جو رڪن اعظم هيو انهي ڪتاب " تاريخ طراز مذهب مظفري" ۾ هڪ خلاصو باب هن عنوان سان لکيو آهي:

"ام ڪلثوم جو نڪاح ڪرائڻ عمر بن الخطاب سان"

اهو باب صفحه 47-48 تائين هليو آهي ان ۾ لکيو اٿس ته جناب حضرت بي بي ام ڪلثوم حضرت فاطمة الزهراء جي ڌيءُ عمر بن خطاب جي نڪاح ۾ هئي ۽ ان کان هڪ فرزند (زيد نالي) به ڄائو هوس، وري عمر رضي الله عنه جي مقتول ٿيڻ کان بعد محمد بن جعفر بن ابي طالب (حضرت علي جي ڀائيٽي) جي نڪاح ۾ آئي هيٺ جنسي ڪتاب جي عبارت نقل ڪجي ٿي.

"جناب ام کلثوم دختر فاطمة الزہرا در سرائی عمر ابن الخطاب بود وازوی فرزند بیاورد چنانکہ مذکور گشت وچون عمر مقتول شد محمد بن جعفر بن ابی طالب اورا در حبالہ نکاح آورد".

انهي عبارت جو مطلب مٿي گذري چڪو آهي،اهڙين ثابتين هوندي شيعن جو انڪار ڪرڻ سج کي تري هيٺان لڪائڻو آهي.

## شيعه آل رسول جا منڪر آهن

انهي تاريخ ۾ هي بحث به آندو اٿس ته حضرت بي بي ام ڪلثوم ۽ بي بي زينب جي اولاد کي آل رسول نه چئبو ۽ نه انهن جي نسبت رسول الله ﷺ ڏي ڪبي باقي امام حسن ۽ حسين اولاد جي نسبت رسول الله ڏي ٿيندي جناب فاطمة الزهراء جي ڌيئرن جي اولاد کي آل رسول نه چئبو. هي آهي شيعن جي آل رسول سان محبت صدق

الله العلي العظيم في حق اليهود النصارا "يؤمنون ببعض الكتاب و يكفرون ببعض" هكذا عقيدة الشيعة في آل رسول".

انهي كتاب تاريخ طراز مذهب جي عبارت هي آهي: "فرزندان فاطمه برسول خدا منسوب و اولاد حسن و حسين بايشان و آنحضرت صلي الله عليه و سلم و آله منسوب باشند و فرزندان خواهران ايشان زينب خاتون وام كلثوم به پدران خود عبدالله بن جعفر و عمر بن الخطاب نسبت برد نه بمادرو نه برسول خدا ﷺ و آله زيرا كه ايشان فرزندان دختر بنت آنحضرت اندند نه فرزندان دخترش".

خلاصو مطلب هي ٿيو تہ حضرت فاطمة الزهراء جي نياڻين جي اولاد کي آل رسول نہ چئبو.

## ائمہ اهلبيت تي شيعن جي تبرا

شيعہ صاحبان ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ آل رسول ۽ ائمہ اهل بيت جي محبت جي وڏي لمبي چوڙي دعويٰ ڪندا آهن مگر حقيقت هن ريت آهي تہ ڪو بہ اهل بيت رسول شيعہ مذهب جي خود ساختہ فاسد عقيدن جي برخلاف ويندو تہ ان تي خوب گارين جو وسڪاررو وسائي تبرا بازي جي بازار گرم ڪندا آهن ۽ ايترو بہ خيال نہ ڪندا آهن تہ ائمہ اهل بيت رسول ﷺ تي تبرا ڪرڻ يزيد پليد جي ياد کي تازہ ڪرڻ آهي.





شيعن جي ڪتاب حق اليقين اردو صفحه 636 ۾ شيعن جو علامه باقر مجلسي لکي ٿو ته خلفاءِ "اسماعيليه" ۽ "زيديه" تي تبرا ڪرڻ واجب آهي ڇو جو انهن امامت جي ڪوڙي دعويٰ ڪئي.

خلفاءِ زيديه حضرت زيد بن امام زين العابدين جي اولاد آهن انهي حضرت زيد پنهنجي ياءُ حضرت امام باقر جي خلاف امامت جي دعويٰ ڪئي هئي ۽ ڪوفي جي شيعن ان کي خط لکي امامت لاءِ تيار ڪيو هو ۽ پوءِ ڦري ويا. ڏسو اصول ڪافي صفحه 424. ۽ حضرت اسماعيل بن حضرت امام جعفر صادق جي اولاد کي اسماعيليه چوندا آهن جو انهن به امامت جي دعويٰ ڪئي.

اهلسنت وارا سيني کي اولاد رسول ۽ واجب التعظيم ڄاڻندا آهن مگر شيعه ڪلي طرح انهن تي تبرا ڪندا آهن شيعن جي ڪتاب جا الفاظ هي آهن.

"بلکہ خلفاءِ اسماعیلیہ اور زیدیہ سے بھی بیزاری (تبرا) واجب ہے کیوں کہ انہوں نے بھی امامت کا جھوٹا دعویٰ کیا۔ حق اليقين صفحه 636.

هاڻي مسلمان پاڻ انصاف ڪن ته حضرت علي جي شيعن کان نه اولاد علي (اهلبيت) بچي سگهي آهي نه صحابه ڪرام.

**شعر**

صوفی و رند ہیں دونوں تیری غمزی سے تباہ
خانقاہ گرچہ ہے ویران تو خرابات خراب

ناظرين ڪرامن جي معلومات وڌائڻ لاءِ شيعه مذهب جي مستند ڪتاب "احتجاج طبرسي" مطبوع ايران جنهن جي مصنف شيخ احمد بن ابي طالب طبرسي ڪتاب جي ديباچي ۾ لکيو آهي تہ انهي ڪتاب (احتجاج) ۾ امام حسن عسڪري کان سواءِ ٻين امامن جون روايتون بيان ٿيل آهن انهن تي اجماع آهي تہ اهي روايتون يا عقل جي موافق آهن يا تہ ڪتب سير ۽ تاريخ ۾ انهن جي ايتري شهرت آهي جو انهن روايتن تي موافق ۽ مخالف متفق آهن.

انهي ڪتاب جي صفحہ 285 ۾ اهلبيتن تي تبرا ڪرڻ بابت هيٺيان الفاظ ذڪر ٿيل آهن.

"اولا يرون ان الامامية لا يلتفت الى من خالفها من العترة و حاد من جادتها فى الديانة و محجتها فى الولاية ولا تسمع له به شئ من المدح والتعظيم فضلا عن غايته واقصى نهايته بل تبرا منه و تعاديه و تجريهه فى جميع الاحكام مجرى من لا نسب له ولا قرابة ولا علقة".

يعني ڇا اهي ماڻهون نہ ٿا ڏسن تہ شيعه اماميہ اهڙي اولاد رسول ڏي خيال ئي نہ ڪندا آهن جو امامين (شيعن) جي برخلاف هجي ۽ امامت واري مسئلي ۾ شيعن جي واٽ برخلاف وڃي، شيعه اماميہ اهڙي اولاد رسول جي تعريف ۽ تعظيم نہ ڪندا آهن. تعريف ۽

تعظيم جي بجاءِ خود اهڙي اولاد رسول تي شيعه تبرا ڪندا آهن ۽ ان سان دشمني رکندا آهن اهڙي آل رسول لاءِ شيعه اهڙا حڪم جاري ڪندا آهن جهڙا ان شخص لاءِ جنهن جو نسب رسول خدا سان نه ملندو هجي ۽ نه رسول خدا سان ان جو ڪو تعلق ۽ قرابت هجي.

انهن عقيدن جي آڌار تي شيعن جو مجتهد علي حائري لاهوري پنهنجي فتاويٰ ۽ پنهنجي رسالي "اظهار حقيقت" ۾ اسان جي آقا تاج الاولياء جگر گوشه حضرت فاطمه الزهرا سيد السادات محبوب سبحاني غوث اعظم سيدنا عبدالقادر جيلاني البغدادي جي سيادت ۽ نسب جو انڪار ڪيو آهي ۽ دل کولي پنهنجي اندروني بغض جا بخار ڪڍيا اٿس اڄ ڪلهه سنڌ جا شيعه به ڪلم ڪلايو حضرت پيران پير سيد عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي برخلاف سخت گستاخانه حمله ڪري اهلسنت جي دلين کي صدمو پهچائيندا آهن.

شيعه صاحبن جي ڪاوڙ فقط انهي ڪري آهي جو حضرت غوث الثقلين وسيلتنا في الدارين پنهنجي مشهور ڪتاب "غنية الطالبين" صفحه 68-69 ۾ اميرمعاويه رضي الله عنه بنسبت شيعن جي ناپاڪ حملي جي ترديد ڪري پنهنجي حسن ظن جو اظهار

فرمايو آهي. اهو حسن ظن خاص انهي ڪري آهي جو حضرت سيدنا امام حسن رضي الله عنه امير معاويه سان صلح ڪري ان کي پنهنجو اسلامي بادشاهه تسليم ڪيو آهي ۽ شيعن جي دوستي کان امير معاويه رضي الله عنه جي دوستي پنهنجي لاءِ پسند ڪئي اٿس. ڏسو علامه باقر مجلسي جو ڪتاب جلاءالعيون مترجم اردو صفحه 276 جنهن ۾ سيدنا امام حسن رضي الله عنه شيعن لاءِ هيٺيان الفاظ فرمايا آهن.

"بخدا سوگند اس جماعت سے میری لئے معاویہ بہتر ہے یہ لوگ دعویٰ کرتے ہیں کہ ہم شیعہ ہیں اور میرا ارادہ قتل کیا اور میرا مال لوٹ لیا بخدا اگر میں معاویہ سے عہد لوں اور اپنا خون حفظ کروں اور اپنی اہل و عیال میں ایمن ہو جاؤں اس سے بہتر ہے کہ یہ لوگ مجھے قتل کر دیں اور میرے اہل و عیال و عزیز و اقارب ضائع ہو جاوے بخدا سوگند اگر میں معاویہ سے جنگ کروں یہی لوگ (شیعہ) مجھے اپنے ہاتھ سے پکڑ کر معاویہ کو دیدیں"۔

شيعه صاحبان سيدنا امام حسن رضي الله عنه کان انهي ڪري رنجيده خاطر آهن جو امير معاويه رضي الله عنه کي پنهنجي لاءِ چڱو سمجهيائين ۽ شيعن کي پنهنجو دشمن ڄاتائين اهو ئي سبب آهي جو شيعه امام حسن رضي الله عنه جي لاءِ ماتم نه ڪندا آهن ۽





انهي جي لاءِ ڪا يادگار نہ ملهائيندا آهن ۽ نہ سندس اولاد لاءِ ڪا محبت شيعن جي دلين ۾ آهي بلڪ زبان تي سندس اولاد جو نالو ئي نہ کڻندا آهن. سيدنا امام حسن جو جرم فقط هي هيو جو امير معاويہ سان صلح ڪري ان کي پنهنجو اسلامي خليفو تسليم ڪيائين ۽ اهل اسلام جي حالت تي رحم ڪري جنگ ڪرڻ کي چڱو نہ سمجهيائين.



# حضرت علي كرم الله وجهه
# جو قطعي فيصلو

شيعه صاحبن کي حضرت علي ڪرم الله وجهه جي فيصلي تي غور ڪرڻ گهرجي جو حضرت علي علي الاعلان پنهنجن خطن جي ذريعي ملڪن ۾ اعلان ٿو ڪرائي امير معاويه ۽ سندس لشڪر جنهن اسان سان "صفين" واري جنگ ۾ مقابلو ڪيو آهي، ايماندار آهي اسين انهن کان ايمان ۾ وڌ نه آهيون ڇو جو رب اسان جو هڪ آهي۽ نبي اسان جو هڪ آهي ۽ اسلامي دعوت ۾ هڪ آهيون الله تعاليٰ ۽ سندس رسول جي تصديق ڪرڻ ۾ هڪجهڙا آهيون انهن سيني ڳالهين ۾ اسين انهن کان وڌيڪ نه آهيون. فقط (حضرت عثمان رضي الله عنه) جي خون بابت اختلاف آهي جو اسين قتل عثمان کان بري آهيون انهي قطعي فيصلي لاءِ ڪتاب "نهج البلاغة" جا شيعن وٽ نهايت معتبر ڪتاب آهي ۽ حضرت علي جي خطبن ۽ فرمانن جو مجموعو آهي جلد 2 صفحه 151 مطبوعه مصر جا بعينه الفاظ پيش ڪرڻ ضروري آهن.

"و من كلام له عليه السلام كتبه الىٰ اهل الامصار يقتص فيه ما جرىٰ بينه و بين اهل الصفين و كان بدأ امرنا انا التقينا والقوم من اهل الشام

الظاهران ربنا واحد و نبينا واحد و دعوتنا في الاسلام واحد ولانستزيد هم في الايمان بالله والتصديق برسوله ولا يستزيدوننا الامر واحد الا ما اختلفنا فيه من دم عثمان و نحن منه براء''۔

پوري عبارت جو ترجمو ۽ مطلب مٿي گذري چڪو آهي.

ڪتاب نيرنگ فصاحت ترجمو اردو نهج البلاغة صفحه 467 ۾.

ساڳي طرح مٿين عبارت جو اردو ترجمو درج ٿيل آهي.

حضرت علي پاڻ ۽ پنهنجي لشڪر ڪي امير معاويہ ۽ سندس لشڪر ڪان ايمان ۽ اسلام ۾ زياده نہ ٿو سمجهي ايمان ۽ اسلام جي سيني ضروري احڪامن ۾ امير معاويہ ۽ سندس صفين واري لشڪر کي حضرت علي پاڻ جهڙو ٿو چوي فقط حضرت عثمان جي خون بابت اختلاف آهي جو امير معاويہ پنهنجي اجتهاد ۽ خيال موجب حضرت علي رضي الله عنہ کي قاتلن جو مددگار ٿي سمجهيو. اها امير معاويہ جي اجتهادي غلطي هئي، بهر حال حضرت پيران پير سيدنا عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليہ جو عقيدو انهي جهڳڙي بابت بعينہ حضرت علي جي فيصلي جي مطابق آهي جيڪي شخص پاڻ کي حضرت علي رضي الله عنہ جو دوست سمجهندا آهن انهن کي پنهنجن ڪڌن ڪرتوتن تي شرم اچڻ گهرجيءِ سيدنا و سيد

السادات حضرت علي كرم الله وجهه جي قطعي فيصلي جي آڏو سر تسليم خم ڪري سيدنا شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي ذات پاڪ تي گستاخانه حملا نه ڪن.

بهرحال شيعن جي آل رسول سان محبت واري ڪوڙي دعويٰ سندن ئي ڪتابن مان آفتاب وانگر ظاهر ٿي وئي.



## امام زين العابدين تي شيعن جو بهتان
## يزيد کي خليفو تسليم ڪيائين

هڪ طرف ته شيعه امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه کان انهي ڪري رنجيده خاطر آهن جو امير معاويه صحابي رضي الله عنه سان صلح ڪيائين جنهن ڪري ان جي اولاد کي امامت جي لائق ئي نه سمجهندا آهن ته ٻئي طرف امام حسين جي فرزند رشيد سيدنا امام زين العابدين رضي الله عنه جي لاءِ هن ڳالهه کي به تسليم ڪندا آهن جو امام زين العابدين پنهنجي والد جي خلاف يزيد پليد جهڙي شقي ازلي جي بيعت ڪئي آهي ۽ ان کي پنهنجو اسلامي بادشاهه تسليم ڪيو آهي حالانڪ سندس والد سيدنا امام حسين عالي مقام رضي الله عنه پاڻ ۽ پنهنجي ڪٽنب کي شهيد ڪرائڻ قبول ڪيو پر يزيد پليد جهڙي شقي ازلي جي بيعت قبول نه ڪيائين وري عجب جهڙي ڳالهه شيعن جي هي آهي ته حضرت امام حسن رضي الله عنه هڪ اصحابي رسول ﷺ سان صلح ڪيو ته سندس اولاد کي سندس امامت کان خارج ڪيو ويو. سيدنا امام زين العابدين يزيد جي بيعت ڪئي ته ان کي ۽ سندس اولاد کي امام تسليم ڪيو ويو شيعن جي دورنگي چال خبر ئي نه ٿي پوي بهرحال ڪتاب فروع ڪافي جلد 3 روضه ڪافي صفحه 110 کان امام زين العابدين جي بيعت واري عبارت پيش ڪجي ٿي.





"فقال له علي بن الحسين عليهما السلام قد اقررت لک بما سالت انا عبد مکره لک فان شئت فامسکه و ان شئت فبع فقال له یزید اهن الله اولی لک حقنت دمک و لم ينقصه ذالک من شرفک".

يعني امام زين العابدين يزيد کي چيو جو مون تنهنجي خلافت کي تسليم ڪيو آئون تنهنجو مجبور غلام آهيان خواهه پاڻ وٽ جهلين يا خواهه وڪڻين يزيد مردود چيو تون چڱو ڪيو جو پنهنجي جان بچائي ۽ تنهنجي شرف کان ڪجهه گهٽ نه ٿيو.

## شيعن جو اندروني راز

شيعه چوندا آهن ته اهلسنت وارا يزيد پليد کي پنهنجو خليفو تسليم ڪندا آهن اهلسنت ڪڏهن به اهڙي مردود کي خليفو برحق تسليم نه ڪندا آهن حالانڪ شيعه ئي آهن جو حضرت امام زين العابدين کي يزيد مردود جي بيعت جو قائل ۽ ان کي يزيد جي غلامي جو اقرار ڪندڙ ثابت ڪندا آهن.

ان هذا الا بهتان عظيم



## خلفاء ثلاثه سان رسول مقبول جا گهرا تعلق

جيڪڏهن شيعن جي عقيدي موجب اصحاب ثلاثه (حضرت ابو بڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان ذوالنورين رضي

الله عنهم) منافق ۽ ڪافر هيا ته پوءِ حضور ﷺ پنهنجون ٻه ڌيئرون حضرت عثمان کي ڇو ڏنيون هيون ۽ حضرت ابو بڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق جون نياڻيون پنهنجي نڪاح ۾ ڇو آنديون؟ حالانڪ ان وقت قرآن شريف ۾ هي حڪم نازل ٿي چڪو هو ته ڪافرن کي پنهنجون ڌيئرون نڪاح ۾ نه ڏجن ۽ نه ڪافرن کان سنگ وٺي گهرجن.

بعضي چالباز شيعه حضور ﷺ جي زنانه اولاد سيده فاطمة الزهراء کان سواءِ ٻين ڌيئرن جو انڪار ڪندا آهن ۽ چوندا آهن ته جڏهن سيده فاطمه کان سواءِ ٻي زنانه اولاد حضور ﷺ کي نه هئي پوءِ حضرت عثمان جو نڪاح اولاد رسول سان ڪيئن ٿيو؟. تنهن ڪري ضرورت آهي ته اولاد رسول جي منڪر شيعن کي سندن ئي مذهب جا معتبر ڪتاب پيش ڪري انهي حقيقت تي پوري روشني وجهجي.

اول ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جو قول ڪتاب نهج البلاغة مان پيش ڪري تنهن کان بعد ٻي تحقيق شروع ٿيندي ڪتاب نهج البلاغة قسم اول مطبوع مصر صفحه 383 ۾ آهي ته"ما اعرف شيئا نجهله و الا دلک على شئ لا تعرفه انک لتعلم ما سبقناکه الى شئ فنخبرک عنه والا خلونا بشئ فنبلغه وقد رايتک رعينا و عت کما عنا و صحبت رسول الله کما صحبنا و ما ابن قحافه ولا ابن الخ اب اولى بعمل

الحق منک انت اقرب الی رسول الله ﷺ في رحم منها و قد نلت من صهره مالم ينالا".

حضرت علي حضرت عثمان ذوالنورين کي روبرو فرمائي ٿو تہ آئون اهڙي ڪا ڳالهہ نہ ڄاڻندو آهيان جا تون نہ ڄاڻندو هجين ۽ نہ ئي آئون ڪا اهڙي ڳالهہ ڏسي سگهندس جو جا تون نہ ڄاڻندو هجين. بيشڪ جيڪو ڪجهہ آئون ڄاڻندو آهيان تون بہ ڄاڻندو آهين، جهڙو تو ڏٺو اسان بہ ڏٺو، جهڙو تو ٻڌو اسان بہ ٻڌو ۽ رسول الله جي صحبت جهڙو تو لڌي اسان بہ لڌي ابو بکر صديق ۽ عمر ابن خطاب تو کان حق تي عمل ڪرڻ ۾ وڌيڪ نہ هئا تون رسول الله ﷺ جو ويجهو رشتيدار ۽ مائٽ آهين، ابوبڪر ۽ عمر تمام ويجها مائٽ نہ هئا تون رسول الله جي ناٺي هجڻ دامادي واري شرف کي پهتو آهين ۽ اهي ٻئي انهي شرف کي نہ پهتا".

اهڙي طرح ڪتاب نيرنگ فصاحت ترجمو نهج البلاغة جي صفحي 236 ۾ لکيل آهي، ۽ شيعن جي علامہ باقر مجلسي پنهنجي مشهور ڪتاب "حيات القلوب" جلد 2 مطبوع نولڪشور لکنئو صفحہ 219 ۾لکي آهي تہ: "دختر رسول خدا دويم رقيہ بود در مدينہ عثمان تزويج نمود و عبد الله از و بوجود آمد و در کوه کہ مر دو رقيہ در مدينہ برحمت ايزدي واصل شد".

سوم ام کلثوم واو را نيز عثمان بعد از رقيہ تزويج نمود و گويند کہ در سال هفتم هجرت برحمت ايزدي واصل شد.

اگرچہ ملا باقر مجلسي حضرت عثمان ۽ ٻين اصحابن سڳورن تي لعنتون وسائي پنهنج خباثت جو پورو ثبوت ڏنو آهي مگر حضور ﷺ جي صاحبزادين جي نڪاح بابت انڪار نہ ڪيو اٿس شيعن جي معتبر ڪتابن مان آفتاب وانگر هي ڳالھ روشن آهي تہ حضرت عثمان ذوالنورين جو نڪاح سيد الانبياء محمد رسول الله ﷺ جي ٻن صاحبزادين سان ٿيو آهي ۽ حضرت علي نهج البلاغة ۾ حضرت عثمان کي علم ۽ صحبت رسول ﷺ واري شرف ۾ پاڻ جهڙو ٿو چوي ۽ دامادي رسول الله ﷺ (ناتي هجڻ) واري شرف ۾ بہ پاڻ جهڙو ٿو تسليم ڪري.

افسوس جو شيعہ صاحبان پنهنجي فاسد عقيدي موجب حضرت علي جي هم زلف حضرت نبي ڪريم ﷺ جي داماد حضرت عثمان کي منافق ۽ ڪافر چوندا آهن (نعوذ بالله من هذه العقيدة الخبيثة) حقيقت ۾ اهو حملو حضور ﷺ جي ذات پاڪ تي آهي ۽ ڇا حضور ﷺ قرآن شريف جي حڪم جي خلاف پنهنجون صاحبزاديون حضرت عثمان کي ڏنيون؟. جنهن کي شيعہ مسلمان ئي نہ سمجهندا آهن ڪي شيعہ وري تاويل گهڙيندا آهن تہ حضور ﷺ پنهنجون صاحبزاديون ڪافرن کي بہ ڏنيون آهن تہ پوءِ داماد رسول ﷺ ۾ ڪهڙو شرف آهي؟ اهڙن عقلن جي انڌن جاهل شيعن کي معلوم ٿيڻ گهرجي تہ شيعن جي ڪتاب حيات القلوب مان مٿي

ثابت ٿي چڪو آهي تہ حضرت عثمان جا نڪاح يڪي بعد ديگري مديني ۾ ٿيا آهن جو ان وقت هي خدا وندي حڪم نازل چڪو هو تہ ڪافرن منافقن جو نڪاح مسلمان عورتن سان نٿو ٿي سگهي ۽ مٿي ثابت ٿيو تہ حضرت عثمان کي حضرت علي دامادي واري شرف ۾ پاڻ جهڙو ٿو چوي، جيڪڏهن بقول شيعہ حضرت عثمان جو اسلام ثابت نہ آهي تہ پوءِ شرف ڪهڙو چئبو؟. شرم!

جيڪڏهن رسول جي دامادي ۾ شيعن وٽ ڪو شرف ۽ فضيلت نہ آهي تہ حضرت علي جي فضيلت لاءِ شيعت وٽ دامادي رسول خدا کان وڌيڪ بي ڪهڙي فضيلت آهي عجب آهي جو شيعہ دامادي رسول وارو شرف حضرت علي جي لاءِ باعث فخر سمجهندا آهن ۽ انهي ڪري حضرت علي جو درجو رسول خدا کان بہ وڌائيندا آهن جيئن تہ هڪ شيعي جو شعر آهي.

نبی سے میں علی کو یوں تو افضل کہہ نہیں سکتا

مگر اپنے سے بہتر دیکھ کر داماد کرتے ہیں

## آل رسول سان شيعن جي دشمني

### رسول الله جي نياڻين تي شيعن جا ناپاڪ حملہ

### يؤمنون ببعض و يڪفرون ببعض جو نظارو

رسول خدا جي نياڻين جو حال ٻڌو جن کي شيعہ رسول خدا جي اولاد ۾ شامل ئي نہ ڪندا آهن. جيئن تہ شيعہ چوندا آهن تہ رسول خدا کي

حضرت فاطمہ کان سواءِ ٻي ڪابہ نياڻي نہ هئي جيڪي نياڻيون عام ماڻهون رسول خدا جي اولاد ۾ شامل ڪندا آهن سي سندن سڳيون ڌيئرون نہ هيون پر جن رنن زالن عورتن سان حضور شادي ڪئي هئي تن ڪي اڳين مڙسن مان هيون جيئن تہ تحفة الاشعريہ مطبوع مطبع يوسفي دهلي مقصد ٻيو صفحہ 5 کان 7 تائين مفت انهي بحث ۾ 3 صفحہ ڪارا ڪيا آهن، آخر اها ڳالھ ثابت ڪئي اٿس تہ رسول خدا ﷺ کي سواءِ حضرت فاطمہ جي ٻي ڪابہ اولاد ڪانہ هئي، ٻيون ڌيئرون سندن عورتن کي ٻين مڙسن مان هيون فقط رسول خدا جي گهر ۾ پرورش لڌي هوائون تنهن ڪري عام ماڻهون انهن کي رسول خدا جون ڌيئرون چون ٿا ۽ پنهنجي ڪتابن ۾ لکيو اٿن تہ رقيہ ۽ ام ڪلثوم ۽ بي بي زينب خديجہ کي اڳين مڙسن مان هيون جنهن سان بي بي حضور جن کان اڳي نڪاح ڪيو هوحضور جن فقط انهن جي پالنا ڪئي هئي پر سندن سڳيون ڌيئرون نہ هيون ڪن وري چيو آهي تہ اهي ٻئي حضرت بي بي خديجہ جون ڌيئرون هيون.

حاصل الڪلام سيئي اڇوڪا شيعا انهي ڳالھ تي متفق آهن تہ حضرت فاطمہ ڪانسواءِ حضور جن کي ٻي ڪابہ صاحبزادي ڪانہ هئي پاڻ ان جو جواب ٻڌو.

شيعن جي معتبر تفسير عمدة البيان جلد ٽيون صفحہ 74:

"يا ايها النبی قل لازواجک و بناتک و نساء المؤمنین یدنین علیهن من جلابیهن"۔

ترجمو: اي پيغمبر تون پنهنجي بي بين کي ۽ پنهنجي ڌيئرن ۽ مؤمن جي زالن کي چئو ته نزديڪ ڪن يعني پاڻ چادرون ڍڪين.

هائي مٿئين ڪلام پاڪ "بناتک" جي لفظ مان معلوم ٿئي ٿو ته رسول خدا کي ٻن نياڻين کان وڌيڪ نياڻيون هيون ڇاڪاڻ ته "بناتک" صيغه جمع جو آهي جيڪڏهن ڪين فقط هڪ نياڻي هجي ها ته خدا تعاليٰ لفظ "بناتک" هر گز نه فرمائي ها فقط بنت فرمائي ها پلا اهو ڪيئن ٿي سگهندو جو هڪ جي واسطي صيغو جمع جو ڳالهايو وڃي "بناتک" جي لفظ مان ايئن معلوم ٿو ٿئي ته حضور جن کي هڪ نياڻي نه هئي ٻن کان وڌيڪ هيون.

## قرآن شريف کان بعد شيعه ڪتابن ۾ حضور انور جو قول موجود آهي

جيئن ته ڪتاب الخصال جلد دوم صفحه 37-38 ۾ حضور ﷺ جو ارشاد درج ٿيل آهي: "وان خدیجة ولدت منی طاهراً و هو عبدالله وهو الطاهر و لدت منی القاسم و فاطمة و رقیة و ام کلثوم و زینب"۔

يعني خديجه کي مون کان طاهر پيدا ٿيو جو عبدالله ۽ طاهر آهي ۽ مون کان ڄڻيائين قاسم ۽ رقيه ۽ ام ڪلثوم ۽ زينب کي .

ڪتاب تذڪرة المعصومين صفحہ 3 ۾ لکيل آهي تہ نبوت کان اڳ ۾ قاسم ۽ رقيہ ۽ ام ڪلثوم پيدا ٿيا ۽ نبوت کان بعد ۾ طيب- طاهر ۽ فاطمہ پيدا ٿيا.

وري حيات القلوب جلد 2 صفحہ 130 ۾ لکيل آهي تہ رسول خدا فرمايو تہ خدا خديجہ تي رحمت نازل ڪري جنهن طاهر ۽ مطهر مون مان پيدا ڪيا (عبدالله ۽ قاسم ۽ رقيہ ۽ فاطمہ ۽ زينب ۽ ام ڪلثوم رضي الله عنهم) اهي سڀ ان مان پيدا ٿيا هئا. وري صفحہ 19 ۾ لکيل آهي تہ اولاد رسول خدا جيڪا خديجة الڪبريٰ کان ٿي پيدا ٿي هئي اهي هي آهن عبدالله، طاهر، قاسم، زينب، ام ڪلثوم، رقيہ حضرت فاطمہ رضي الله عنهم.

وري ڏسو ڪتاب اصول ڪافي بحث الحجة باب مولد النبي جو صفحو 278 ۾ لکيل آهي: ”و تزوج خديجة وهو ابن بضع و عشرين سنة تولد منها قبل مبعثته القاسم و رقية و زينب و ام كلثوم رضى الله عنهن و ولد له بعد المبعث الطيب والطاهر والفاطمه عليها السلام“.

حضور ﷺ حضرت خديجہ سان نڪاح ڪيو ان وقت سندن عمر 20 سالن کان ٿورو وڌي هئي ۽حضور جن کي حضرت خديجہ کان سندن بعثت کان اڳ ۾ قاسم، رقيہ ۽ ام ڪلثوم رضي الله عنهم پيدا ٿيا ۽ بعثت کان پوءِ طيب، طاهر ۽ حضرت فاطمہ پيدا ٿيا.

هاڻي انهن شيعن جي روايتن مان معلوم ٿيو ته حضور جن کي ۴ نياڻيون هيون پر حضرت فاطمه کان سواءِ باقي ٽن نياڻين جي باري ۾ شيعن جو چوڻ آهي ته اهي رسول خدا جو نياڻيون نه آهن؟ سو هي رسول خدا ۽ سندن صاحبزادين تي ڪيتري قدر نه بهتان ۽ ناپاڪ حملا آهن جو ته رسول خدا جي اولاد کي ڪافرن جي اولاد چوڻ ڪيڏو نه مردود حملو آهي. هي آهن شيعن جي ڪوڙي محبت جا مردود ڪارناما جيڪڏهن ڪنهن شخص کي چئجي ته تون پنهنجي پيءُ جو پٽ ئي ناهين ۽ ڪنهن ٻي شخص سان نسبت ڏني وڃي ته ان کي ۽ سندن والدين کي ڪيتري قدر نه رنج پيدا ٿيندو. پوءِ جنهن مسلمان جي اولاد کي ڪافر سان نسبت ڏني وڃي جيئن جو شيعا چون ٿا ته اهي نياڻيون حضرت خديجه اڳين مڙسن مان هيون (هي رسول الله ۽ سندس پاڪ اولاد لاءِ سخت گار آهي) استغفروا لله هي ڪيڏو نه ظلم آهي جو حضور ﷺ جي پاڪ اولاد کي ڪافرن جي اولاد چيو وڃي. رسول الله ﷺ ته اعليٰ آهن پر ڪنهن مسلمان کي جيڪڏهن ڪافر سان نسبت ڏني وڃي ته هو اها ڳالهه هرگز سهي نه سگهندو. هاڻي يقين سان معلوم ٿيو ته شيعا انهن اجاين طوفانن سبب اولاد رسول جا سخت دشمن آهن هاڻي ناظرين جي اڳيان اها ڳالهه پيش ڪجي ٿي ته انهن نياڻين جون شاديون ڪهڙن شخصن سان ٿيون .

حضور ﷺ جي وڏي نياڻي حضرت بي بي زينب رضي الله عنها جي شادي ابو العاص بن ربيعه سان ٿي جنهن مان کيس هڪ نياڻي "امامه" پيدا ٿي جنهن جي شادي حضرت فاطمه جي وفات کان بعد حضرت علي رضي الله عنه سان ٿي، ۽ حضرت علي جي شهادت کان بعد مغيره بن نوفل سان ڪئي وئي. جيئن ته شيعن جي علامه باقر مجلسي پنهنجي ڪتاب حيات القلوب جلد 2 مطبوع نولڪشور 1334 هجري مطابق 1916 عيسوي صفحه 718 ۾ لکيو آهي ۽ حضور ﷺ جن جي ٻي نياڻي بي بي رقيه جو نڪاح مڪه ۾ عتبه بن ابو لهب سان ٿيو پر ان عتبه دخول کا اڳي ئي طلاق ڏني تنهن کان پوءِ حضور ﷺ سندن نڪاح حضرت عثمان رضي الله عنه سان ڪرايو جنهن مان "عبدالله" پيدا ٿيو. ٽين نياڻي ام ڪلثوم جي شادي بي بي رقيه جي وفات کان بعد حضور ﷺ حضرت عثمان سان ڪئي. جنهن ڪري ئي اهلسنت کيس عثمان ذي النورين (ٻن نورن جو مالڪ) چوندا آهن. جيئن ڪتاب حيات القلوب جي جلد 2 صفحه 719 ۾ اهو واقعو لکيل آهي ۽ حضور جن جي چوٿين نياڻي حضرت بي بي فاطمه جي شادي علي المرتضيٰ سان ٿي جيڪو عام مشهور آهي ۽ رقيه ۽ ام ڪلثوم جو نڪاح حضرت عثمان سان ٿيوانهي مٿين ڪتاب جي صفحي 450 ۽ 907 ۾ ثابت آهي ۽ بي بي زينب رضي الله عنها جو نڪاح ابو العاص سان ٿيو انهي ڪتاب

جي صفحه 525-629-244 ۾ لکيل آهي. هاڻي ثابت ٿيو تہ اهي صاحبزاديون حضور ﷺ جن جو سڳيون نياڻيون آهن ۽ انهن جا نڪاح اصحابن سان شيعن جي ڪتابن مان پورا پورا ثابت ٿي چڪا آهن اهڙين ثابتين کان پوءِ بہ اڄوڪي شيعن جو آل رسول کان انڪار ڪرڻ جڻ ڪلي طرح آل رسول سان دشمني جو ثبوت ڏيڻ آهي. ڪاش اڄ بہ شيعا صاحبان پنهنجي فاسد عقيدن کان توبہ ڪري اهلسنت وانگر آل رسول کي مڃين.

## حضرت علي جو فيصلو تہ اهل سنت حق تي آهي

حضرت علي ڪرم الله وجهه جو قطعي فيصلو شيعن جي ئي ڪتاب نهج البلاغة جلد اول صفحه 299 ۾ آهي تہ بہ ٽولا منهنجي ڪري جهنم ۾ ويندا. هڪ ٽولو جو دوستي جي آڙ ۾ مون کي حق کان وڌائي ناحق ڏي نسبت ڪندو ۽ ٻيو ٽولو جو منهنجي دشمني ڪري ناحق ڏي ڀڃندو چڱو ٽولو اهو آهي جو درمياني روش وٺي. اوهان مسلمانن کي لازم آهي تہ انهي وڏي ٽولي درمياني روش اختيار ڪندڙ جي تابعداري ڪريو! ڇو جو خدا تعالىٰ جو رحمت وارو هٿ انهي وڏي جماعت تي آهي جيڪو انهي جماعت کان ٻاهر نڪري ان کي قتل ڪيو اگرچہ منهنجي پناهہ ۾ اچي

لڪي. هاڻي غور ڪرڻ گهرجي تہ حضرت سيدنا علي ڪرم الله وجهه پنهنجي انهي خطبي ۾ اهلسنت و جماعت جي برحق مذهب هجڻ جي تصديق جي مهر لڳائي آهي ۽ ڪلي طرح رافضين ۽ خارجين جي مذهب کي مردود بڻائي ڇڏيو. ڇو تہ خارجي حضرت علي سان دشمني ڪندا آهن ۽ڪافر مشرڪ چوندا آهن۽ شيعہ رافضي وري دوستي جي آڙ ۾ حضرت علي کي اهڙو تہ وڌائيندا آهن جو نبين کان بہ افضل سمجهندا آهن جيئن تہ پنهنجي امامن لاءِ مرڻ جيئڻ جو اختيار ثابت ڪندا آهن ۽ حرام شين کي حلال ڪرڻ ۽ حلال شين کي حرام ڪرڻ بہ امام جي اختيار ۾ چوندا آهن انهن سيني عقيدن جون ڳالهيون شيعن جي معتبر ڪتابن جي صفحہ وار جنسي عبارتن سان سيف الرحمٰن عليٰ اعداءِ القرآن جي ضميمہ ۾ پوري تفصيل سان ملنديون.

اهلسنت وارا حضرت علي کي پنهنجو بادشاھ سمجهندا آهن ۽ حضرت علي سان پوري محبت ڪرڻ پنهنجي نجات جو سبب ڄاڻندا آهن. سيد المرسلين ﷺ جي سچن جانشينن مان چوٿون برحق خليفو ۽ مؤمنين جو تاجدار يقين ڪندا آهن۽ اهلسنت جي

محبت ان مان پڌري آهي تہ حب علي ۽ سني جي لفظ جا عدد هڪ آهن. عدد سني آمد بحب علي.

بهر حال نهج البلاغة جلد اول مطبوعہ مصر صفحہ 299 واري عبارت هي آهي "سيهلکه فی صنفان محب مفرط تذهب به الحب الی غير الحق و مبغض مفرط تذهب به الغضب الی غير الحق خير الناس فی الحال النمط الاوسط فالزموه والزموا السواد الاعظم فان يد الله علی الجماعة و اياکم والفرقة فان الشاذة من الانسان للشيطان کی ان الشاذ من الغنم للذئب الامن دعا الی هذا الشعار فاقتلوه ولو کان تحت عمامی هذا"۔

شيعہ صاحبن کي گھرجي حضرت علي رضي الله عنہ جي ارشاد تي تدي سيني سان غور ڪن.



## حضرات خلفاءِ ثلاثہ جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ هڪ بد معاش يهودي جي تعليم آهي

جيئن تہ شيعن جي معتبر ڪتاب اطواق الحماية بحث امامت ۾ سويد بن غفلہ کان روايت آهي جو راوي چوي ٿو تہ آئون هڪ اهڙي گروهہ کان لنگهيس جيڪي حضرت ابو بڪر ۽ حضرت عمر فاروق جي شان ۾ تنقيص ڪندو هو مون حضرت علي کي اطلاع ڏني ۽

حضرت علي کي چيم ته جيڪڏهن تون هن گروهه سان ڪجهي طرح مليل نه هجين ها ته انهن کي ايتري گستاخي ڪرڻ جي جرئت نه ٿئي ها. عبدالله بن سبا يهودي پهريون شخص آهي جنهن اهڙي خباثت شروع ڪئي آهي تنهن تي حضرت علي جواب ڏنو ته آئون خداوند تعاليٰ کان پناهه ٿو گهران آئون هن گروهه کان بيزار آهيان. خدا تعاليٰ حضرت ابو بڪر ۽ عمر تي رحم ڪري تنهن کان بعد منهنجو هٿ وٺي مسجد ۾ داخل ٿيو ۽ منبر تي چڙهيو پنهنجي سفيد ڏاڙهي مبارڪ کي مٺ ۾ وٺي ايترو رنو جو ڏاڙهي تي ڳوڙها ڪرڻ لڳا تان ته ماڻهون گڏ ٿيا ۽ هي خطبو شروع ڪيائون ته انهي گروهه (ٽولي) جو ڇا حال ٿيندو جو رسول الله جي ٻن پيارن رفيقن سندس وزيرن قريشن جي سردارن مسلمانن جي روحاني پيِن ابو بڪر ۽ عمر جي اهانت ڪندا آهن آئون انهي ٽولي کان بيزار آهيان ۽ انهن کي سزا ڏيندس حضرت ابو بڪر ۽ حضرت عمر ٻئي رسول الله جا صحابي هيا جو نهايت ڪوشش ۽ وفاداري سان خدائي حڪمن جي تبليغ ڪندا هيا ۽ ڏوهين کي سزا ڏيندا هيا رسول خدا انهن جي راءِ برابر ٻئي ڪنهن جي راءِ کي نه ڄاڻندا هئا ۽ انهن جي محبت جي برابر ٻئي ڪنهن جي محبت کي نه سمجهندا هيا ڇو جو

انهن کي خدائي ڪمن ۾ نهايت ئي مستعد ۽ مضبوط لڏو هيائون، پاڻ سڳورا انهن کان راضي هيا ۽ سڀ مسلمان انهن کان راضي هئا ۽ انهن پنهنجي حياتي ۾ رسول خدا جي مرضي جي خلاف ڪڏهن بہ ڪم نہ ڪيو ۽ رسول الله ﷺ جي وفات کان بعد بہ ان جي تابعداري ۾ رهيا انهن اتباع رسول ۾ پنهنجي حياتي گذاري ۽ انهن تي خداوند تعاليٰ جي رحمت هجي مون کي قسم آهي خالق مالڪ جو حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر جو دوست ڪامل مؤمن آهي ۽ ان جو دشمن بد نصيب اسلام کان خارج آهي انهن جي محبت خدا جي قرب جو سبب آهي انهن جي دشمني ايمان جي زوالي آهي.

انهي روايت جا عربي الفاظ هي آهي: "انه قال مررت بقوم ينقصون ابا بكر و عمر فاخبرت عليا و قلت لو لا انهم يرون انک تضمر ما اعلون ما اجتروا عليٰ ذالک عبدالله ابن سبا هو كان اول من اظهر ذالک فقال على اعوذ بالله رحمهما الله ثم نهض و اخذ بيدى و ادخلنى المسجد فصعد على المنبر ثم قبض على لحيته و هى بيضاء فجعلت دموعه تجاوز على لحيته جعل ينظر لبقاع حتىٰ اجتمع الناس ثم خ ب فقال ما بال قوم يذكرون اخوى رسول الله و وزيريه و صاحبيه و سيدى قريش و ابوى المسلمين و انا برى مما يذكرون و عليه اعاقب صحبا رسول الله بالجد والوفا والجد فى امر الله يأمران و ينهيان و يقصيان و يعاقبان لا يرىٰ رسول الله ﷺ كراهيما

راءيا لا يحب كحبهما حبا لما يرىٰ عزمهما فی امر الله فقبض وهو عنهما راض والمسلمون راضون فما تجاوزا فی امرهما و سيرتهما رائی رسول الله ﷺ و امره فی حياته و بعد موته فقبضا علیٰ ذالک رحمهما الله فوالذی خلق الحبة و برا النسمة لا يحبهما الا مؤمن فاضل ولا يغبضهما الا شقی ما رق و حبهما قربة و بغضهما مروق''۔

ڇا اڃان به شيعن صاحبن کي حضرات شيخين ابوبڪر صديق ۽ عمر فاروق جي اعليٰ شان ۾ ڪجھ شڪ آهي؟ حضرت علي شير خدا صاف صاف اعلان فرمائي ٿو ته انهن جي دوستي مومن ڪامل کي نصيب ٿيندي آهي ۽ انهن جو دشمن بدنصيب ۽ اسلام کان خارج آهي ڇا حضرت علي جي اهڙي صريح ارشاد کي شيعه تقيي تي محمول ڪندا؟.

انهي روايت مان هي به معلوم ٿيو ته حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ جي تعليم شيعن پنهنجي پيشوا "عبدالله بن سبا يهودي" کان ورتي آهي ۽ شيعن جي اسماء رجال جي معتبر ڪتاب "رجال ڪشي" صفحه 71 ۾ ته صاف تصريح ڪئي وئي آهي ته عبدالله بن سبا يهودي پهريون شخص آهي جنهن حضرت علي جي امامت جي فرضيت جو اعلان ڪيو۽ اصحابن ڪرامن جي شان ۾ برو ڀلو چوڻ شروع ڪيو تنهن ڪري چيو وڃي ٿو ته شيعه مذهب جو بنياد "يهوديت" کان ورتل آهي.

فافهم و تدبر و كن من الشاكرين
و آخر دعوانا الحمد لله رب العالمين
والصلاة والسلام على سيد المرسلين و علىٰ آله و اصحابه اجمعين



## باب ٻيو

## قرآن شريف جي دشمني تي ٻڌل شيعہ مذهب جو بنياد آهي

اسلام جو مايہ ناز معجزو خدا وند تعاليٰ جو مقدس ڪلام قرآن شريف آهي جنهن جي متعلق دشمنان اسلام جو بہ اقرار ۽ اعتراف آهي تہ هي ڪامل ۽ مڪمل ڪتاب آهي جنهن جو هڪ هڪ حرف ۽ نقطو بہ تبديل نہ ٿيو آهي ۽ نہ ٿي سگهندو جيئن هڪ متصلب عيسائي سروليم ميور سابق لفٽننٽ گورنر صوبہ متحده پنهنجي مشهور ڪتاب "لائف آف محمد" ۾ لکي ٿو تہ:

"هي بلڪل صحيح مڪمل قرآن آهي ۽ هن ۾ هڪ حرف بہ تحريف نہ ٿيو آهي اسين هڪ وڏي مضبوط بناء تي دعويٰ ڪري سگهون ٿا جو قرآن جي هر آيت خالص ۽ غير متغير صورت ۾ آهي ۽ آخرڪار اسين پنهنجي بحث کي ون هيمر صاحب جي فيصلي تي ختم ڪندا آهيون اهو فيصلو هي آهي تہ اسان وٽ جيڪو قرآن آهي اسين ڪامل طرح تي ان ۾ هر لفظ محمد (ﷺ) جو سمجهندا آهيون جيئن جو مسلمان ان جي هر لفظ کي خدا جو لفظ خيال ڪندا آهن".

مسلمان ۽ عيسائين جي خيال ۾ فرق فقط ايترو ئيو جو اهل اسلام ان کي خدا وند پاڪ جو ڪلام ڄاڻندا آهن ۽ عيسائي ان کي حضور انور ﷺ جو ڪلام خيال ڪندا آهن مگر هن ڳالهه ۾ مسلمان ۽ عيسائي متفق آهن تہ اهو قرآن شريف ڪامل ۽ مڪمل آهي هڪ حرف جو ڦير ڦار نہ ٿيو آهي نہ ٿيندو تمام محفوظ طريقي تي ان جي بنا رکيل آهي.

مگر افسوس جو شيعن جو ٽولو باوجود مسلمان سڏائڻ جي قرآن شريف جو انڪار فقط انهي ڪري ڪندا آهن جو قرآن شريف جو جامع ۽ محفوظ ڪندڙ حضرات خلفاءِ راشدين رضي الله تعاليٰ عنهم هيا، ڇو جو صحابہ ڪرامن جي هر هڪ اسلامي ڪارنامي کي شيعا نفرت جي نظر سان ڏسندا آهن.

"ہنر بچشم عداوت بزرگ تر عیبی است"

انهي ڪري شيعہ مذهب وارن جو قرآن شريف تي هرگز ايمان نہ آهي ۽ ڪو بہ شيعو پنهنجي مذهبي ڪتابن موجب قيامت تائين پنهنجو ايمان قرآن تي ثابت ڪري نہ سگهندو،ڇو تہ شيعن جا سڀ معتبر ڪتاب قرآن شريف جي انڪار سان ڀريل آهن انهن جي ڪتابن ۾ صاف اعلان ٿيل آهي تہ اهو قرآن ناقص ۽ غير فصيح آهي ۽ انهي

قرآن ۾ گهڻي تحريف ٿيل آهي ۽ انهي قرآن جا اسين شيعہ معتقد نہ آهيون جنهن قرآن جا اسين شيعہ معتقد آهيون اهو حضرت علي جو جمع ڪيل آهي هن وقت اهو قرآن علي وارو گم آهي امام مهدي غائب وٽ موجود آهي امام مهدي پنهنجي وقت ۾ ان کي ظاهر ڪندو.



## شيعن جو قرآن هن قرآن جي مخالف آهي

شيعن جي علامہ حسين نوري طبرسي پنهنجي مشهور ڪتاب "فصل الخطاب في اثبات تحريف ڪتاب رب الارباب" مطبوعہ ايران سنہ 1298 هجري جي صفحہ 97 ۾ ڪلي طرح اعلان ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جو مخصوص قرآن هيو جو سندس اولاد دوازده امامن کي ورثي طور ملندو آيو اهو قرآن هاڻي امام مهدي وٽ آهي جو پنهنجي ظاهر ٿيڻ وقت ان قرآن کي ظاهر ڪندو ۽ ماڻهن کي انهي پنهنجي مخصوص قرآن جي تلاوت جو حڪم ڏيندو.

اهو مخصوص امامن وارو قرآن هن موجوده قرآن جي برخلاف آهي آيتن ۽ سورتن بلڪ وڌ گهٽ هجڻ ۽ الفاظن ۾ بہ هن موجوده قرآن جي برخلاف آهي ۽ هي ڳالهہ بہ ثابت آهي تہ هن موجوده قرآن ۾

آيتن وڌائڻ ۽ گھٽائڻ جي ڪري تحريف (ڦير ڦار) ٿيل آهي ۽ اهو ٿي شيعن جو مقصد ۽ عقيدو آهي بعينہ ڪتاب جي عبارت هي آهي.
"كان لامير المؤمين عليه السلام قرآنا مخصوصا جمعه بنفسه بعد وفات رسول الله ﷺ و عرضه على القوم فاعرضوا عنه فحجبه عن اعينهم و كان عند ولده عليه السلام يتوارثونه امام عن امام كسائر خصائص الامامة و خزائن النبوة وهو عند الحجة عجل الله فرجه يظهره للناس بعد ظهوره و يأمرهم بقرائته وهو مخالف لهذا القرآن الموجود من حيث التأليف و ترتيب السور والآيات بل الكلمات ايضا و من جهة الزيادة والنقيصة و حيث ان الحق مع علي عليه السلام و على مع الحق ففى القرآن الموجود تغيير من جهتين و هو الم لموب "انتهى بلفظه.
يعني امير المؤمنين جو هڪ مخصوص قرآن هيو جو رسول الله ﷺ جي وفات کان بعد جمع ڪيو هيائين۽ ان کي اصحابن جي آڏو پيش ڪيائين مگر انهن ڪجھ بہ خيال نہ ڏنو جنهن ڪري حضرت علي ان قرآن کي ماڻهن کان لڪايو ۽ مخفي ڪيو ۽ اهو قرآن سندس اولاد وٽ رهيو هڪڙي امام کان بعد ٻئي امام کي ميراث ۾ ملندو رهيو جيئن ٻيا امامت جا خصائص ۽ نبوت جا خزانہ ڪين ورثہ ۾ ملندا رهيا هاڻي اهو قرآن امام مهدي وٽ آهي خدا تعاليٰ ان جي مشڪل کي جلد آسان ڪري امام مهدي انهي قرآن کي پنهنجي ظاهر ٿيڻ کان بعد ٻاهر ڪڍندو ۽ ماڻهن کي ان

قرآن پڙهڻ جو حڪم ڏيندو اهو قرآن هن موجوده قرآن جي برخلاف آهي سورتن ۽ آيتن جي ترتيب ۾ بلڪ الفاظن ۽ گهٽ وڌ هجڻ ۾ انهي موجوده قرآن جي برخلاف آهي ۽ جڏهن ته حق علي ساڻ آهي ۽ علي حق سان آهي تنهن ڪري ثابت ٿيو جو موجوده قرآن ۾ (جيڪو اڄ مسلمانن وٽ آهي) ٻنهي حيثيتن ڪري ڦير ڦار ٿيل آهي ۽ اهو ئي (شيعن جو مڪيه عقيدو) ۽ مقصود آهي.



نہ قرآن پر ہے روافض کا ایمان
جو بنیاد اسلام کی ہے
وہ کہتے ہیں اصلی یہ قرآن نہیں ہے
بہت کچھ ہوئی اس میں بیشی کمی ہے
بغل میں ہے مھدی کے شیعہ کا قرآن
کتاب خدا غار میں جا دھری ہے
جو آئیں گے حضرت تو لائیں گے قرآن
ابھی ہاتھ شیعہ کا اس سے تہی ہے



## اصلي "قرآن علي" قيامت تائين گم رهندو

ڪتاب اصول ڪافي صفحه 671 ۾ لکيل آهي ته اصلي قرآن جيڪو حضور ﷺ تي نازل ٿيو هو اهو حضرت علي جمع ڪيو آهي جو هاڻي امام مهدي وٽ آهي جنهن لاءِ حضرت علي پاڻ فرمايو ته اڄ کان بعد هي منهنجو جمع ڪيل قرآن قيامت تائين نه ڏسندؤ ڪتاب جي عبارت هي آهي: "قال لهم هذا كتاب الله عزوجل كما انزله الله على

محمد ﷺ قد جمعته من اللوحين فقالوا هذا عندنا مصحف جامع فيه القرآن لاحاجة لنا فيه فقال اما والله لا ترونه بعد يومكم هذا ابدا'' ڏسو بحث فضل القرآن جي باب النوادر صفحہ 671.

عربي الفاظن جو مطلب مٿي بيان ٿي چڪو.



## شيعن جو اصلي قرآن ست سيپارن کان بہ وڌيڪ آهي

اصلي قرآن جيڪو حضور ﷺ تي نازل ٿيو هو اهو سترنهن (17000) هزار آيتون هيون (حالانڪ هي قرآن شريف 6666 آيتون آهي) اصول ڪافي جا عربي الفاظ هي آهن.

''عن ابى عبدالله عليه السلام قال ان القرآن الذى جاء به جبرائيل عليه السلام الىٰ محمد ﷺ سبعة عشر الف آية''۔

(ڏسو بحث فضل القرآن جي باب النوادر صفحہ 671).



## شيعن جي چاليهہ سيپارن واري قرآن جي حقيقت

شيعن جو موجوده مجتهد علي حائري لاهوري ۽ ٻيا شيعہ جرئت سان چوندا آهن تہ اهلسنت وارن افترا ڪڙو ڪيو آهي جو شيعہ قرآن جي چاليهہ سيپارن جا قائل آهن مگر حقيقت ۾ اجان اهلسنت وارن

جي بي خبري آهي جو ايئن چوندا آهن ڇو ته شيعن جا معتبر ڪتاب چئي رهيا آهن ته شيعه ست سيپارن کان به وڌيڪ چوندا آهن. جڏهن 6666 آيتن جي حساب تي ٽيهه (30) سيپاره آهن ته پوءِ 17 هزارن جي حساب تي نوي (90) سيپارن جي قريب ٿيڻ گهرجي.



## شيعن جو هڪ خاص قرآن ستر گز آهي

شيعن جو هڪ قرآن (جامع) ستر گز ڊگهو آهي جيئن ته اصول ڪافي ۾ آهي:

ثم قال (ابی عبد الله علیها السلام) یا ابا محمد و ان عندنا الجامعة وما یدریهم ما الجامعة قال قلت جعلت فدا لک و ما الجامعة قال صحیفة طولها سبعون ذراعاً.

(ڏسو بحث الحجة جي باب 40 باب فيه ذڪر الصحيفة والجفر و الجامعه و مصحف فاطمه صفحه 149).



## شيعن جي هڪ قرآن جو نالو مصحف فاطمه به آهي

شيعن جو قرآن مصحف فاطمه نالي آهي جو هن قرآن شريف کان ٽي حصه زياده آهي ۽ هن قرآن جو ان ۾ هڪ حرف به نه آهي. ڪتاب اصول ڪافي جا الفاظ هي آهن:

ثم قال وان عندنا مصحف فاطمة عليها السلام قال قلت ما المصحف فاطمة قال مصحف فيه مثل قرآنكم ثلث مرات والله ما فيه من قرآن كم حرف واحد. انتهىٰ (بحث الحجة جي باب 40 صفحه 146).

## شيعن جي هڪ قرآن جو نالو جعفر آهي

حضرت امام جعفر صادق کان روايت آهي تہ اهو جعفر هڪ چمڙي جو ٿيلو آهي جنهن ۾ سيني نبين ۽ ولين ۽ بني اسرائيل جي عالمن جو علم پريل آهي. ڏسو اصول ڪافي بحث الحجة باب 40 صفحہ 146.



## شيعن جو هڪ قرآن اٺ جي رانَ جهڙو ٿلهو آهي

اهو قرآن ڪتاب علي جي نالي سان مشهور آهي شيعن جو راوي زراره چوي ٿو تہ مون کي حضرت امام جعفر صادق اهو قرآن ڏيکاريو جو اٺ جي رانن جهڙو ٿلهو هيو ۽ ان ۾ سيني مسلمانن جي برخلاف مسئلہ لکيل آهن.

ڏسو فروع ڪافي جلد 3 صفحہ 45 مضمون جي طوالت ڪري عبارت نہ لکي آهي.

تحريفن جو خلاصہ بحث ڏسو ڪتاب فصل الخطاب في اثبات تحريف ڪتاب رب الارباب.

جي بي خبري آهي جو ايئن چوندا آهن چو تہ شيعن جا معتبر ڪتاب چئي رهيا آهن تہ شيعہ سٺ سيپارن کان بہ وڌيڪ چوندا آهن، جڏهن 6666 آيتن جي حساب تي ٽيهہ (30) سيپاره آهن تہ پوءِ 17 هزارن جي حساب تي نوي (90) سيپارن جي قريب ٿيڻ گهرجي.



## شيعن جو هڪ خاص قرآن ستر گز آهي

شيعن جو هڪ قرآن (جامع) ستر گز ڊگهو آهي جيئن تہ اصول ڪافي ۾ آهي:

ثم قال (ابی عبد الله علیها السلام) یا ابا محمد و ان عندنا الجامعة وما یدریهم ما الجامعة قال قلت جعلت فدا لک و ما الجامعة قال صحیفة طولها سبعون ذراعاً.

(ڏسو بحث الحجة جي باب 40 باب فيہ ذڪر الصحيفة والجفر و الجامعہ و مصحف فاطمہ صفحہ 149).



## شيعن جي هڪ قرآن جو نالو مصحف فاطمہ بہ آهي

شيعن جو قرآن مصحف فاطمہ نالي آهي جو هن قرآن شريف کان ٽي حصہ زياده آهي ۽ هن قرآن جو ان ۾ هڪ حرف بہ نہ آهي. ڪتاب اصول ڪافي جا الفاظ هي آهن:

ثم قال وان عندنا مصحف فاطمة عليها السلام قال قلت ما المصحف فاطمة قال مصحف فيه مثل قرآنكم ثلث مرات والله ما فيه من قرآن كم حرف واحد. انتهيٰ (بحث الحجة جي باب 40 صفحه 146).

## شيعن جي هڪ قرآن جو نالو جعفر آهي

حضرت امام جعفر صادق کان روايت آهي تہ اهو جعفر هڪ چمڙي جو ٿيلو آهي جنهن ۾ سڀني نبين ۽ ولين ۽ بني اسرائيل جي عالمن جو علم پريل آهي. ڏسو اصول ڪافي بحث الحجة باب 40 صفحہ 146 .



## شيعن جو هڪ قرآن اٺ جي رانَ جهڙو ٿلهو آهي

اهو قرآن ڪتاب علي جي نالي سان مشهور آهي شيعن جو راوي زراره چوي ٿو تہ مون کي حضرت امام جعفر صادق اهو قرآن ڏيکاريو جو اٺ جي رانن جهڙو ٿلهو هيو ۽ ان ۾ سڀني مسلمانن جي برخلاف مسئلہ لکيل آهن.

ڏسو فروع ڪافي جلد 3 صفحہ 45 مضمون جي طوالت ڪري عبارت نہ لکي آهي.

تحريفن جو خلاصہ بحث ڏسو ڪتاب فصل الخطاب في اثبات تحريف ڪتاب رب الارباب.

اهو ڪتاب سن 1298 هه ۾ ايران مان ڇپيو آهي ڪتاب جو مصنف شيعن جو وڏو عالم علامہ حسين بن محمد تقي نوري طبرسي آهي، في الواقع هي ڪتاب نهايت جامع آهي شيعہ مذهب موجب عقلي ۽ نقلي دليلن سان ثابت ڪيو ويو آهي تہ شيعہ مذهب جو خالص يقين آهي تہ هن قرآن ۾ تحريف ٿيل آهي ۽ تحريف جون سموريون روايتون ان ۾ گڏ ڪيون ويون آهن ۽ شيعن ۾ جيڪي چار شخص "تقيہ" جي آڙ ۾ قرآن جي تحريف جا منڪر ٿيا آهن انهن جي خوب خبر لڌي اٿس ۽ ثابت ڪيو اٿس ۽ ٻن هزارن ڪان متي صحيح متواتر حديثون تحريف ٿيڻ بہ نسبت عالمن پنهنجي حديث جي ڪتابن ۾ لکيون آهن ۽ ڪو بہ شيعو تحريف قرآن جو انڪار نہ ڪندو آهي ۽ نہ ڪري ئي سگهندو.

ڪتاب اصول ڪافي بحث الحجة جي باب 35 ۾ خاص هي بحث لکيل آهي تہ سمورو قرآن دوازده امامن (ٻارنهن امام) ڪان سواءِ ٻي ڪنهن جمع ڪيو آهي حالانڪ ساري دنيا جا مسلمان هن ڳالهہ تي متفق آهن قرآن شريف صحابہ ڪرامن خصوصا خلفاءِ راشدين جو جمع ڪيل آهي نہ دوازده امامن جو مگر اصل ڪافي جو اهو باب هن عنوان سان لکيو ويو آهي.

"باب انه لم يجمع القرآن كله الا الائمة"

ساڳي طرح ڪتاب اصول ڪافي جي بحث الحجة جي باب 107 ۾ هي گفتگو ٿيل آهي تہ امامت واري مسئلي جي متعلق قرآن ۾ قطع برید ڪئي وئي آهي انهي باب جو اعلان هي آهي:

"باب فيه نكت و نتف من التنزيل في الولاية"

بقول علماءِ شيعہ قرآن شريف ۾ قطع برید ٿيل آهي.

﴿1﴾ اصول ڪافي جي صفحہ 264 ۾ آهي تہ: عن ابی عبدالله عليه السلام قال نزل جبرائيل على محمد ﷺ بهذه الآية هكذا "يا ايها الذين اوتوا الكتاب آمنوا بما نزلنا فی علی نورا مبينا"۔

امام جعفر صادق عليہ السلام ڪان روايت آهي جو انهن فرمايو تہ حضرت جبرائيل عليہ السلام هن آيت کي حضور اڪرم ﷺ تي هن طرح آندو هيو.

"اي اهل ڪتاب! ايمان آڻيو ان تي جو علي بابت اسين نور روشن نازل ڪيو آهي".

امام جعفر واري هن روايت ۾ "في علي نورا مبينا" جا الفاظ آندا آهن، حالانڪ قرآن شريف ۾ انهن لفظن تي "مصدقا لما معكم" وارا الفاظ موجود آهن جنهن جو مطلب آهي تہ اي اهل ڪتاب ايمان آڻيو قرآن تي جو توهان جي آسماني ڪتابن جي تصديق ٿو ڪري مگر شيعن جي روايت موجب آيت جو مطلب هي ٿيندو تہ اي اهل ڪتاب علي جي فضيلت ۽ امامت تي ايمان آڻيو.

تعجب آهي شيعن جي عقل تي جو ايترو بہ خيال نہ ٿا ڪن تہ جڏهن اهل ڪتاب رسول الله ﷺ جي رسالت ۽ قرآن شريف تي ايمان نہ ٿي آڻيائون تہ جيڪا ڳالهہ سڀ کان ضروري ۽ مقدم هئي تہ پوءِ حضرت علي جي امامت جو مسئلو پيش ڪرڻ اهل ڪتاب ڪي ڪهڙو فائدو ڏيندو وري عجب جهڙي ڳالهہ هي آهي جو سموري قرآن شريف تي ايمان آڻڻ ضروري نہ سمجهيو ويو بلڪ فقط انهن آيتن تي ايمان آڻڻ جو حڪم ڏنئي ٿو جيڪي حضرت علي جي باري ۾ آهن. شيعي عقيدي موجب معلوم ٿيو تہ حضرت علي جي فرضي امامت تي ايمان آڻڻ قرآن شريف ۽ حضور ﷺ جي رسالت کان مقدم آهي.



﴿2﴾ ڪتاب احتجاج طبرسي مطبوعہ ايران جي صفحہ 119 کان وٺي صفحہ 134 تائين هڪ ڊگهي روايت حضرت علي کان نقل ٿيل آهي جنهن ۾ بيان ٿيل آهي تہ هڪ زنديق (بي دين) قرآن شريف تي ڪجهہ اعتراض ڪيا هئا جو هر هڪ اعتراض کي حضرت علي گهڻو ڪري تسليم ڪيو آهي ۽ هي جواب ڏنو اٿس تہ قرآن شريف ۾ منافقن تحريف (ڦير ڦار) ڪئي آهي انهي روايت جا ڪي ٽڪرا جنسي هيٺ جن ٿا اهو " ڪتاب احتجاج طبرسي" اڄ ڪلهہ شيعن

جي مشهور ”مدرسة الواعظين“ لکنئو جي نصاب تعليم ۾ داخل آهي.

”فهو مما قدمت ذکره من اسقاط المنافقين من القرآن و بين القول فی اليتامی و بين نکاح النساء من الخ ـاب و القصص اکثر من ثلث القرآن و هذا و ما اشبه مما ظهرت حوادث المنافقين فيه لاهل النظر والتامل و وجد المع ـلون و اهل الملل المخالفين للاسلام مساغا الی القدح فی القرآن“۔

يعني حضرت علي انهي زنديق بي دين جي جواب ۾ تو فرمائي ته قرآن جي اها جاءِ به انهن مان آهي جيکو ذکر آئون اڳي کري چڪو آهيان جو منافقن قرآن مان گهڻو ڪجهه ڪڍي ڇڏيو آهي اهي لفظ في اليتاميٰ ۽ فانکحوا جي وچ ۾ گهڻا احڪام ۽ قصه هيا جو ٽن حصن قرآن (ڏهن سيپارن) کان زياده هيا اهي سڀ ڪڍيا ويا آهن تنهن سبب ڪري بي ربطي ٿي وئي آهي، اهڙي قسم جون گهٽيون جايون قرآن ۾ آهن جو عقل وارن کي منافقن جي انهي ڦير ڦار ۽ تصرف في القرآن معلوم ٿي ويندو آهي ۽ جنهن ڪري اسلام جي مخالفن کي قرآن تي اعتراض ڪرڻ جو موقعو ملي ويو آهي.

انهي روايت ۾ شيعه مذهب جو اندروني پول کلي پيو. شيعه مذهب جا ڪتاب حضرت علي تي الزام لڳائي رهيا آهن ته حضرت علي صاف صاف اعلان ٿو ڪري ته منافقن قرآن ۾ وڏي ڦير ڦار ڪئي

آهي ۽ قرآن شريف جو ٽيون حصو (ڏهن سيپارن) کان وڌ قرآن شريف مان ڪڍي ڇڏيو اٿن.

ساري دنيا جا مسلمان تقريبا ساڍن تيرهن سون سالن کان وٺي هن ڳالھ تي متفق آهن تہ قرآن شريف صحابہ ڪرامن جو جمع ڪيل آهي جنهن ۾ حضرت علي پاڻ بہ شامل آهي پوءِ حضرت علي کيئن چوندو تہ منافقن قرآن شريف ۾ ڦير ڦار ڪئي آهي حالانڪ حضرت علي جي خلافت اصحاب ثلاثہ رضي الله تعالىٰ عنهم کان پوءِ ٿي آهي پنهنجي بادشاهت جي وقت ۾ ڇو نہ دوباره سڌارو ڪيائين جيڪڏهن قرآن شريف ۾ ڦير ڦار ٿيل هجي ها تہ حضرت علي جو اولين فرض هو قرآن شريف جو سڌارو ڪرڻ.

## شيعن وٽ حضرت علي جو تقيو

شيعن وٽ هن اعتراض جو جواب هي آهي حضرت علي "تقيو" ڪري پنهنجي ساري عمر گذاري.

حضرت علي تي "تقيو" (ڪوڙ) ۽ بزدلي جي تهمت رکڻ شيعہ مذهب جو اصول آهي جيئن تہ تقيہ بابت ايتري قدر شيعہ مذهب ۾ تاڪيد آهي تہ جنهن ڪي تقيو نہ آهي ان ڪي ايمان نہ آهي اصول ڪافي صفحہ 484 ۾: "قال ابو جعفر عليه السلام التقية من ديني و دين

آبائی ولا ایمان لمن لا تقیة له". امام باقر عليه السلام فرمايو آهي ته تقيه ڪرڻ منهنجو ۽ منهنجي ابن ڏاڏن جو دين آهي ۽ جيڪو تقيو نه ڪري ان ڪي ايمان نه آهي.



## تقيہ جي معنيٰ

تقيي جي معنيٰ آهي حق کي لڪائڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ.

شيعہ مذهب موجب دين جا 9 حصہ تقيي ۾ آهن.

امام جعفر صادق عليہ السلام فرمايو آهي تہ دين جا نوَ حصہ تقيي ڪرڻ ۾ آهن باقي هڪ ڏهين حصي ۾ دين جا ٻيا سڀ احڪام آهن جنهن کي تقيو نہ آهي ان کي دين نہ آهي. ڏسو اصول ڪافي مطبوعہ نولڪشور لڪنئو صفحہ 481: "عن ابن عمير الاعجمی قال: قال لی ابو عبدالله عليه السلام يا ابا عمر اِن تسعة اعشار الدين فی التقية ولا دين لمن لا تقية له".

(3) مطلب تہ شيعي مذهب وارا حضرت علي جهڙي شير خدا کي بزدل سمجهي ان تي تقيي جو ناپاڪ الزام رکندا آهن جيئن تہ ساڳي مٿين احتجاج طبرسي واري ڏگهي روايت ۾ حضرت علي قرآن شريف جي تحريف (ڦير ڦار) ۽ قطع بريد ڪندڙن جا نالا خوف کان نہ ٿو ٻڌائي ۽ چوي ٿو تہ مون کي انهن جائن جي نالي ظاهر ڪرڻ کان تقيو روڪي ٿو بعينہ روايت جا الفاظ هي آهن: "ولو شرحت لک ما اسقط و حرف و بدل ما يجري هذا المجرىٰ لـ ـال و ظهر ما تحتـ ـر التقية اظهاره".

يعني جيڪڏهن آئون تو کي هي سڀ آيتون بيان ڪيان جيڪي قرآن مان خارج ڪيون ويون آهن ۽ تحريف ڪيون ويون آهن ۽

مٽايون ويون آهن ۽ اهڙي قسم جون ڪارروايون ڪيون ويون آهن ته هوند گهڻي ڏيگهه تي ويندي ۽ جنهن ڳالهه کان تقيو روڪي ٿو سا ڳالهه ظاهر ٿي پوندي.

﴿4﴾ انهي روايت ۾ آهي ته حضرت علي زنديق کي چيو ته "ولو علم المنافقون لعنهم الله من ترک هذه الآيات التی بينت لک تاويلها لاسقـ وها مع ما اسقـ ـوا منه".

يعني منافقن کي خدا انهن تي لعنت ڪري معلوم ٿي وڃين ها جو انهن آيتن جي باقي رهائڻ ۾ ڇا خرابي آهي جن جي تاويل مون توکي ٻڌائي ته ضرور انهن آيتن کي به ڪڍي ڇڏين ها جيئن جو ٻيون آيتون ڪڍي ڇڏيون اٿن.

﴿5﴾ تفسير صافي جي ديباچي ۾ تفسير عياشي کان منقول آهي جو امام باقر عليہ السلام فرمايو آهي:

"ان القرآن قد طرح منه آيات کثيرة"

يعني تحقيق قرآن مان گهڻيون آيتون ڪڍيون ويون آهن.

﴿6﴾ تفسير "قمي" جنهن جو مصنف علي بن ابراهيم قمي امام حسن عسڪري جو شاگرد ۽ امام محمد يعقوب ڪليني مصنف ڪتاب "ڪافي ڪليني" واري جو استاد آهي پنهنجي تفسير قمي جيڪو شيعه مذهب ۾ معتبر اعليٰ پايه جو ڪتاب آهي سو تحريف جي روايتن کان ڀريل آهن.

## قرآن شريف ۾ آيتن وڌائڻ جون روايتون

(1) ڪتاب احتجاج مطبوعہ ايران جي مٿي ذڪر ڪيل ڏکهي وروايت ۾ آهي تہ "انهم اثبتوا فی الکتاب مالم يقل الله ليلبسوا على الخليقة" يعني منافقن قرآن ۾ اهي ڳالهيون درج ڪيون آهن جيڪي خدا تعاليٰ نہ فرمايون آهن انهي ڪري جو مخلوق کي فريب ڏجي.

(2) انهي روايت ۾ هي بہ آهي جو حضرت علي فرمائي ٿو تہ تقيہ جي ضرورت جي ڪري آءٌ قرآن ۾ قطع بريد ڪندڙن جا نالا ٻڌائي نٿو سگهان ۽ اها زيادتي بہ بيان ڪري نہ ٿو سگهان جيڪا انهن منافقن قرآن ۾ وڌائي آهي جنهن ڪري اهل تعطيل ۽ ڪافرن ۽ مخالفين اسلام جي تائيد ٿيندي آهي ۽ ظاهري علم جو ابطال ٿئي ٿو جنهن جا موافق ۽ مخالف سڀ قائل آهن. عبارت هي آهي.

"و ليس يسوغ مع عموم التقية التصريح با ماء المبدلين ولاالزيادة فی آياته على ما اثبتوه من تلقانهم فی الکتاب لما فی ذالک من تقوية حجج اهل التع يل والکفر والملل المنحرفة عن قبلتنا و اب ال هذا العلم الظاهر الذى قد استکان له الموافق والمخالف".

سموري روايت جو ترجمو مٿي بيان ٿي چڪو آهي.

(3) انهي روايت ۾ آهي تہ: "و زاد وا فيه ما ظهر تناکره و تنافره".
يعني قرآن ۾ اهي آيتون وڌايون ويون جن جو خلاف فصاحت هجڻ ۽ قابل نفرت هجڻ ظاهر آهي.

﴿4﴾ انهي روايت ۾ آهي تہ: ”فحسبک من الجواب في هذه المواضع ما
عت فان شريعة التقية تحٓ ر التصريح باكثر منه“.

يعني انهن جائن تي اهي جواب تنهنجي لاءِ ڪافي آهن ڇو جو ان
ڪان وڌيڪ بيان ڪرڻ لاءِ ”تقيہ“ واري شريعت روڪي ٿي.

﴿5﴾ تفسير صافي ۾ تفسير عياشي ڪان منقول آهي تہ امام باقر
عليہ السلام فرمايو آهي تہ ”لولا انه زيد فى القرآن و نقص ما خفى
حقنا علىٰ ذى حجج“ جيڪڏهن قرآن ۾ گهٽايو ۽ وڌايو نہ وڃي ها
تہ اسان جو حق ڪنهن عقلمند تي مخفي نہ رهي ها.



## تحريف بابت شيعہ عالمن جا ٿي اقرار

شيعہ مذهب جي عالمن هيٺين ڳالهين جو کلي طرح اقرار ڪيو آهي تہ:

﴿1﴾ قرآن جي تحريف (ڦير گهير ڪرڻ) بنسبت تمام گهڻيون متواتر روايتون شيعہ مذهب جي ڪتابن ۾ موجود آهن.

﴿2﴾ اهڙيون روايتون شيعہ مذهب ۾ موجود آهن جيڪي کلي طرح تحريف قرآن تي دلالت ٿيون ڪن.

﴿3﴾ انهن روايتن موجب شيعہ مذهب ۾ تحريف قرآن جو اعتقاد ضروري آهي. جنهن صورت ۾ شيعہ مذهب جو اصلي بنياد انهي ڳالهہ تي رکيل آهي تہ قرآن شريف کي مشڪوڪ ۽ جڙتو ڪتاب بڻائي انهي پردي ۾اسلام جو نام و نشان متائجي تنهن ڪري نهايت اهتمام سان شيعن جي وڏن وڏن عالمن قرآن شريف جي تحريف وارين روايتن کي پنهنجي دوازده امامن جي نالن تي تصنيف ڪيو آهي ويچارن شيعن کي اها خبر ئي نہ هئي تہ اسان جي اها تمام ڪوشش خاڪ ۾ ملي ويندي. هاڻي شيعہ عالمن جا اقرار پيش ڪجن ٿا.

﴿1﴾ ڪتاب فصل الخطاب مطبوعہ ايران صفحہ 211 ۾ آهي تہ "الاخبار الكثيرة المعتبرة الصريحة فى وقوع السقط و دخول النقصان فى الموجود من القرآن زيادة على مامر فى ضمن الادلة السابقة و انه اقل من

تمام ما نزله اعجازا على سيد الانس والجان من غير اختصاصها بأية او سورة وهى متفرقة فى الكتب التى عليها المعمول عند الاصحاب جمعت ما عثرت عليها في هذا الباب".

يعني گهڻيون صحيح ۽ معتبر حديثون جيڪي موجوده قرآن جي قطع برید ۽ ناقص هجڻ تي تصريح ڪنديون آهن اهي حديثون انهن کان عليحده آهن جيڪي اڳين دليل جي ضمن ۾ بيان ٿي چڪيون آهن تہ قرآن پنهنجي مقدار نزول کان گهڻو گهٽ آهي ۽ اهو ناقص هجڻ ڪنهن آيت يا سورة سان خاص نہ آهي ۽ اهي حديثون انهن جدا جدا ڪتابن ۾ ڦهليل آهن جن ڪتابن تي اسان جي (شيعہ) مذهب جو اعتماد ۽ عمل آهي ۽ انهن ڏي شيعہ مذهب وارن جو رجوع آهي مون اهي سڀ حديثون جمع ڪيون آهن جيڪي منهنجي نظر کان گذريون آهن.

﴿2﴾ انهي ڪتاب فصل الخطاب جي صفحي نمبر (30) ۾ شيعہ محدث جزائري جو قول نقل ٿيل آهي تہ: "قال محدث الجزائري في "الانوار" ما معناه ان الا صحاب قد اطبقوا علي صحته لاخبار المستفيضة بل المتوا ترة الدالت بصر يحها علي وقوع التحريف في القرآن كلاما ومادة واعرابا والتصديق بها".

يعني سيد (نعمة الله) محدث جزائري پنهنجي ڪتاب "الانوار" ۾ لکيو آهي جنهن جي معنيٰ هي آهي تہ اماميہ مذهب وارن جو هن

ڳالھ تي اتفاق آهي تہ جيڪي مستفيض بلڪ متواتر حديثون قرآن پاڪ جي تحريف تي صريح دلالت ڪنديون آهن اها تحريف (ڦيرڦار) ڪلام ۾ بہ آهي ۽ ماده ۾ بہ ۽ اعراب ۾ بہ تحريف آهي. انهي حديثن جي تصديق تي شيعن جو اتفاق آهي.

(4) انهي ڪتاب فصل الخطاب جي صفحہ (227) ۾ سيد نعمت الله محدث جزائري کان سواءِ ٻين عالمن جي متواتر تحريفي روايات جو قول نقل ڪيو آهي ۽ محدث جزائري تہ پنهنجي تصنيفات ۾ ٻن هزارن کان زياده حديثون تحريف تي دلالت ڪندڙ لکيون آهن. عبارت هي آهي.

"وهي كثيرة جدا حتي قال السيد نعمة الله الجزائري في بعض مؤلفاته كما حكي عنه ان الاخبار الدالة علي ذلک تزيد علي " الفي" حديث وادعي استفاضتها جماعة كالمفيد و ا لمحقق الداماد واما العلامته المجلسي وغيرهم بل الشيخ ايضا صرح في "التبيان" بكثر تهابل ادعي تواترها جماعة ياتي ذكرهم".

يعني تحريف قرآن جون روايتون يقينا گھڻيون آهن تانہ سيد نعمت الله محدث جزائري پنهنجي بعض تاليفات ۾ لکيو آهي. جيئن ان کان نقل ڪيو ويو آهي تہ جيڪي حديثون تحريف تي دلالت

ڪنديون آهن اهي ٻن هزارن (2000) کان زياده بہ آهن ۽ هڪڙي جماعت انهن حديثن جي مستفيض هجڻ جي دعويٰ ڪئي آهي جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو.

﴿4﴾ انهن مٿين روايتن جي ڪڍ فصل الخطاب واري هي الفاظ لکيا آهن تہ: ”واعلم ان تلک الاخبار منقولة من الكتب المعتبر اللتي عليها معول اصحابنا في اثبات الاحكام المشروعية والآثار النبوية“.

يعني ڄاڻڻ گهرجي تہ اهي تحريف جي اثبات واريون حديثون انهن معتبر ڪتابن کان نقل ڪيون ويون آهن جن تي اسان جي عالمن جو اعتماد آهي. شرعي احڪام ثابت ڪرڻ جي لاءِ ۽ نبوت جي آثارن ثابت ڪرڻ لاءِ.

﴿5﴾ فصل الخطاب جي مصنف ڪتاب جي آخر ۾ انهن سيني محدثن جا نالا لکيا آهن جن تحريف جي روايتن کي متواتر چيو آهي. انهن نالن ۾ علامہ باقر مجلسي جو نالو بہ آهي جنهن جو قول هيٺ جنسي پيش ڪجي ٿو جو نهايت قابل ديد آهي.

”وعندي ان الاخبار في هذا الباب متواترة معني وطرح جميعها يوجب رفع الاعتماد عن الاخبار راسابل ظني ان الاخبار في هذا الباب لا ليقصر عن اخبار الامامة فكيف يثبتونها بالخبر“.

يعني علامہ باقر مجلسي چوي ٿو تہ منهنجي نزديڪ تحريف قرآن جون حديثون متواتر آهن انهن سڀنن روايتن کي غير معتبر سمجهڻ واري صورت ۾ حديث جي فن کان اعتبار لهي ويندو بلڪ منهنجو خيال هي آهي تہ تحريف قرآن واريون روايتون امامت واري مسئلي جي روايتن کان گهٽ نہ آهن. جيڪڏهن تحريف واريون روايتون اعتبار جوڳيون نہ آهن تہ پوءِ امامت وارو مسئلو روايتن سان ڪيئن ثابت ٿي سگهندو.؟

هاڻي ناظرين پاڻ انصاف ڪن تہ مٿين عبارتن مان شيعہ مذهب جي وڏن مجتهدن ۽ مذهبي پيشوائن جا اقرار آفتاب وانگر روشن ٿي ويا تہ شيعہ مذهب ۾ تحريف قرآن جون روايتون ٻن هزارن کان بہ زياده آهن. ۽ اهي سڀ مستفيض ۽ متواتر آهن ۽ صاف طرح سان تحريف قرآن تي دلالت ڪن ٿيون ۽ تحريف قرآن جو اعتقاد رکڻ بہ شيعہ مذهب جي روايتن موجب ضروري آهي وڌيڪ تحقيق ۽ ناظرين ڪرامن جي معلومات وڌائڻ لاءِ شيعہ مذهب جي ڪتابن جون ٻيون عبارتون بہ پيش ڪجن ٿيون.

﴿6﴾ تفسير صافي جي ديباچي ۾ مصنف پنهنجي پيشوائن جو اعتقاد ڄاڻايو آهي تہ اسان جي اماميہ بزرگن جو اعتقاد آهي جو

قرآن ۾ تحريف ۽ نقصان ٿيو آهي. عبارت هي آهي: "واما اعتقاد مشائخنا رحمهم الله في ذلک فالظاهر من حجة الاسلام محمد بن يعقوب الکليني طاب ثراه انه کان يعتقد التحريف والنقصان في القرآن لانه روي روايات في هذا المعني في کتابه الکافي ولم يتوض لقدح فيها مع انه ذکر في اول الکتاب انه کان يثق بما رواه وکذالک استاذه علي ابن ابراهيم القمي فان تفسيره مملوء وله غلوفيه وکذالک الشيخ احمد بن ابي طالب الا برسي قدس سره فانه نسجه علي منوالهما في کتاب الاحتجاج انتهي بلفظ".

يعني تفسير صافي وارو چوي ٿو ته اسان جي پيشوائن جو اعتقاد تحريف قرآن بنسبت هي آهي جومحمد بن يعقوب الکليني قرآن جي تحريف هجڻ ۽ ناقص هجڻ جو قائل آهي ڇوجو انهي تحريف قرآن جي روايتن کي پنهنجي مشهور ڪتاب ڪافي ڪليني ۾ لکليو آهي ۽ انهن حديثن تي جرح نه ڪئي اٿس. حالانڪ پاڻ ڪتاب جي شروع ۾ صاف بيان ڪيو اٿس ته جيتري قدر روايتون انهي ڪتاب (ڪافي) ۾ آهن سڀ مون وٽ معتبر آهن ۽ اهڙي طرح سندس استاد علي بن ابراهيم "قمي" تفسير به تحريف جي روايتن سان ڀريل آهي ان ڪي انهي عقيدي ۾ غلو آهي اهڙي طرح شيخ

احمد بن ابي طالب طبرسي پنهنجي ڪتاب "احتجاج" ۾ انهن جي عقيدي تي هليو آهي.

﴿7﴾ امام الشيعه مولوي حامد حسين پنهنجي ڪتاب استقصاء الافحام، جلد اول، صفحه (10) ۾ لکي ٿو ته ڪڏهن ويچارا شيعه پنهنجي پاڪ امامن جي حديثن موجب تحريف قرآن ۽ قرآن جي ناقص هجڻ بابت ڪجهه ڪهندا آهن ته الزامن ۽ طعنن هيٺ ايندا آهن. جيئن ته لکي ٿو ته:

"اگر بيچاره شيعه بمقتضائے احاديث کثيرة اهل بيت طاهرين مصرحه بوقوع نقصان در قرآن حرف تحريف ونقصان برزبان آرد هدف سهام طعن وملاو مورد استهزاو تشنيع گردد۔

عبارت جو مطلب مٿي گذري چڪو آهي.

﴿8﴾ ساڳي طرح انهي ڪتاب استقصاء جي صفحي (64) ۾ لکي ٿو ته جيڪڏهن شيعه مذهب وارا پنهنجي برگزيده پيشوائن ۽ دوازده امامن جي انهن حديثن کي ظاهر ڪن ٿا جيڪي هن ڳالهه تي دلالت ڪنديون آهن ته قرآن شريف ۾ گمراهن ۽ باطل پرستن تحريف ڪئي آهي ۽ جوڙ جڪ ڪئي اٿن ۽ اصلي قرآن جيڪو نازل ٿيو هيو سو اسان جي امامن وٽ موجود آهي وغيره وغيره. اهڙي قسم

جون ڳالهيون شيعه ظاهر ڪندا آهن ته ”سني“ انهن جي لاءِ ناشائسته الفاظ ڪم آڻيندا آهن بعينه عبارت هي آهي.

”اگر اہل حق از حافظان اسرار الٰہی و حاملان آثار جناب رسالت پناہے کہ ہداہ اسلام و آئمہ انام اندروایت کند احادیث راکہ دال است بر آنکہ در قرآن شریف مبطلین واہل ضلال تحریف نمودہ اند و تصحیفش بعمل آوردند واصل قرآن کما انزل نزد حافظان شریعت موجودہ است کہ درین صورت اصلا برجناب رسالت مآب ﷺ نقصی و طعنی عائد نمی شود فریاد وفغان آغاز کنند و کلمات ناشائستہ ودوراز کار کہ بادنی عاقلی نمی زیبد برزبان آرند“.

مضمون جي طوالت ڪري ترجمو نه ڪيو ويو، فارسي دان اصحاب بخوبي سمجهي سگهن ٿا.

﴿9﴾ شيعن جو علامه باقر مجلسي پنهنجي مشهور ڪتاب حيات القلوب، جلد 3، مطبوعه نولڪشور لکنئو 1334ھ، صفحه (44) ۾ لکي ٿو ته ”صفار“ امام باقر مجلسي عليه السلام کان روايت ڪئي آهي ته قرآن کي تحريف ڪيو ويو آهي پوري عبارت پيش ڪجي ٿي.

"ایضادر بصائر حضرت باقر علیہ السلام روایت کردہ است کہ خدارادر زمین 3 حرمة است قرآن وعترت من وکعبہ کہ خانئہ محترم خدا است اما قرآن رابس تحریف کردند وتغییر دادند، الخ".

# قرآن شريف جي فصاحت تي
# شيعن جو اعتراض

ہيو تہ ڇڏيو پرمرزا احمد علي امرتسري جيڪو شيعن جي مجتهد علي حائري لاهوري جو وزير ۽ نفس ناطق آهي سو پنهنجي ڪتاب "انصاف" صفحہ (145) ۾ لکي ٿو تہ هي قرآن پاڪ عثماني غير فصيح ۽ ناقص ۽ غلط آهي اهڙو قرآن پاڪ تہ مان بہ ٺاهي سگهان ٿو. (نعوذبالله) انهي رسالي جي سرورق صفحہ (2) تي علي حائري لاهوري جي تصديق بہ ڇپيل آهي.

علي حائري لاهوري جي خاص وزير مرزا احمد علي امرتسري انهي ڪتاب ۾ جيتري قدر بہ قرآن شريف جي فصاحت ۽ بلاغت تي ناجائز اعتراض ڪيا آهن تن سڀ جو دندان شڪن جواب ڪتاب تحفة شيعہ حصہ اول ۾ ڏنا ويا آهن. انجمن نعمانيہ هند لاهور کان اهو ڪتاب ملي سگهندو ۽ ڪتاب "آفتاب هدايت رد رفض وبدعت" ۾ بہ سرتوڙ جواب ڏنل آهي. مولانا ڪرم الدين دبير ضلع جهلم کان ملي سگهندو. اهي ٺي ڪتاب شيعن جي قلعي ڪولڻ لاءِ ڪافي آهن اهل سنت وارا ضرور گهرائن.

## شيعن جي چالبازين جو بيان

بظاهر شيعہ صاحبان ماڻهن کي فريب ڏيڻ لاءِ تہ چوندا آهن جو اسان شيعن جو انهي قرآن شريف تي ايمان آهي ۽ قرآن شريف کي تحريف وغيره نقص کان پاڪ صاف مڃيندا آهيون ۽ پنهنجي تائيد ۾ چئن عالمن جا نالا:

1- شريف مرتضيٰ.

2- شيخ صدوق.

3- ابو جعفر طوسي.

4- ابو علي طبرسي "مصنف تفسير مجمع البيان".

پيش ڪري اهل سنت کي ڀلائيندا آهن. جيئن شيعن جي مجتهد علي حائري لاهوري بہ پنهنجي ڪتاب "موعظ تحريف" ۾ اها چالبازي ڪيڏي آهي، مگر خدا جي فضل سان انهي ڪتاب جي ترديد ڪتاب "تنبيہ الحائرين" پوري دستور سان ڪئي آهي. انهي ڪتاب ۾ ساري دنيا جي شيعن کي چيلينج ڏنو ويو آهي تہ پنهنجي مذهب جي روسان شيعہ پنهنجو ايمان قرآن شريف تي ثابت ڪن، مگر ساري هندوستان جا شيعہ اڄ سوڌا خاموش آهن.

في الواقع انهي ڪتاب شيعہ مذهب جو بيخ ۽ بنياد اکيڙي ڇڏيو آهي. ”دفتر رسالہ انجم لکنئو“ کان ملي سگهندو ٽن چئن سالن کان وٺي انهي ڪتاب شيعن جي مجتهدن ۾ زلزلو وجهي ڇڏيو آهي. مگر اڄ سوڌو ڪنهن کي جواب جي طاقت نہ ٿي آهي ٻارنهن 12 آنا فقط ڪتاب جي قيمت آهي.

اسان کي پورو يقين آهي تہ شيعن جا اهي چار علماء (شريف مرتضيٰ - شيخ صدوق - ابو جعفر طوسي -ابو علي طبرسي) نهايت عقلمندي کان ڪم وٺي ماڻهن کي فريب ڏيڻ لاءِ پنهنجي مذهب جي برخلاف پنهنجو رايو ڏيکاري ويا آهن ڇو تہ انهن ڳالهہ کي سمجهي ورتو هيو تہ جيڪڏهن اسين پنهنجي شيعہ پيشوائن وانگر قرآن پاڪ جي تحريف جو اعلان ڪنداسين تہ مسلمان شيعہ مذهب کي اسلام کان خارج سمجهي اسان جي اندروني عقيدن جو بنياد اکيڙي ڇڏيندا. تنهن ڪري سيني شيعن مان فقط اهي چار شخص تقيہ جي نموني ۾ انهي ڳالهہ جا قائل ٿيا آهن تہ اسين قرآن شريف کي تحريف وغيره نقص کان پاڪ سمجهندا آهيون.

مگر حقيقت ۾ ڇڙو ڏوڪو ڏنو اٿن ورنه سندن عقيدو به ساڳيو ئي شيعه مذهب وارو آهي جنهن لاءِ ٻي زبردست دليل آهن.

اول ته اهي چارئي علماء جيڪڏهن سچي طرح قرآن شريف کي تحريف وغيره نقص کان پاڪ سمجهندا هيا ته پنهنجي تائيد ۾ ضرور ڪا هڪ حديث پنهنجي امامن جي پيش ڪن ها پوءِ ڪٿي ضعيف حديث ئي هجي ها. ۽ جيڪي ٻن هزارن کان زياده حديثون شيعه مذهب جي وڏن عالمن قرآن جي تحريف به نسبت پنهنجي امامن کان نقل ڪيون آهن انهن جو ڪو جواب نه ڏنو اٿن. تنهن ڪري معلوم ٿيو ته حقيقت ۾ اهي به قرآن شريف جي تحريف جا معتقد آهن. رڳو ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ زبان سان چوندا آهن ته اسان جو قرآن شريف تي پورو ايمان آهي.

ٻيو ته جيڪڏهن شيعن جا اهي چار علماء قرآن شريف کي تحريف کان پاڪ سمجهڻ ضروري ڄاڻندا هيا ته پوءِ ڇو نه هن ڳالهه جو اعلان ڪيائون ته قرآن شريف کي تحريف کان پاڪ سمجهڻ مومنن لاءِ ضروري آهي، جيڪو تحريف قرآن جو قائل ٿيندو اهو قطعي ڪافر ۽ جهنمي آهي، حالانڪ شيعن جا اهي چار عالم تحريف جي قائل کي ڪافر ته ڇڏيو پر گمراهه به نه ڄاڻندا آهن، تنهن ڪري

معلوم ٿيو تہ حقيقت ۾ سندن دلي عقيدو قرآن شريف جي برخلاف
آهي.
ٿيون تہ هي ڳالهہ آفتاب وانگر روشن آهي تہ قرآن شريف کي محفوظ رکڻ ۽ جمع ڪرڻ ۾ صحابہ ڪرامن خصوصاً حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني، حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنهم جو وڏو دخل آهي ۽ اهو سندن قوت ايماني ۽ اسلامي خدمت جو نتيجو آهي جو اسان کي قرآن شريف پوري حفاظت سان مليو. جيڪڏهن شيعن جا اهي چار علماء تقيہ نہ ڪن تہ پوءِ چو نہ سچي دل سان حضرات اصحاب ڪرامن خصوصا خلفاء ثلثہ رضوان الله عليهم اجمعين جي بي ريا اسلامي خدمت جو اعتراف ڪندا آهن ۽ چو نہ حضرات خلفاء ثلثہ کي مؤمنن جو تاجدار سمجهندا آهن؟ مطلب تہ رڳو ماڻهن کي فريب ڏيڻ لاءِ شيعہ چوندا آهن تہ اسان جو قرآن تي ايمان آهي اهو ايئن آهي جيئن ڪو خارجي حضرت مولا علي ڪرم الله وجهہ جي لاءِ چوي تہ آءٌ حضرت علي کي دوست رکندو آهيان مگر حقيقت ۾ خارجي جي اها چالبازي آهي.

جوڻون بالفرض ڪٿي تسليم ڪجي ته شيعن مان انهن چئن عالمن جو تحريف قرآن جي انڪار وارو قول تقيي جي صورت ۾ نه آهي ته پوءِ شيعه مذهب وارا انهن ٻن هزارن کان زياده حديثن کي ( جو پنهنجي معصوم امامن کان روايت ڪيون اٿن) کي ڪاڏي ڪندا جنهن ۾ صاف صاف اعلان ٿيل آهي ته قرآن شرف ۾ تحريف ڦيرڦار ٿيل آهي.

هاڻي ناظرين انصاف ڪن ته اچوڪي شيعن جي زباني دعوىٰ تي اعتبار ڪجي يا سندن معصوم امامن جي ٻه هزار حديثن تي اعتبار ڪجي؟

## تحريف جي معتقدن جي مختصر فهرست

متين ڪتاب فصل الخطاب مطبوعه ايران ۾ شيعن جي علامه نوري طبرسي پنهنجي مذهبي پيشوائن ۽ وڏن عالمن جي فهرست ڏني آهي جيڪي تحريف قرآن جا معتقد ۽ قائل آهن انهن جا نالا هيٺ اختصار سان درج ڪجن ٿا.

1. الثقة الجليل محمد ابن الحسن الصغار ( مصنف ڪتاب البصائر).

﴿2﴾ الثقة محمد بن ابراهيم النعماني شاگرد کليني مصنف ڪتاب الغيبہ.

﴿3﴾ الثقة الجليل سعد ابن عبدالله القمي جنهن پنهنجي ڪتاب ناسخ منسوخ ۾ هڪ خلاصو باب تحريف قرآن بابت لکيو آهي جيئن تہ علامہ باقر مجلسي پنهنجي ڪتاب بحار جي 19 جلد ۾ ان جي تصريح ڪئي آهي.

﴿4﴾ السيد علي بن احمد الکوفي ( مصنف ڪتاب بدع المحدثہ).

﴿5﴾ اجلة المفسرين وائمتهم الشيخ الجليل محمد بن مسعود العياشي (مصنف تفسير عياشي).

﴿6﴾ الشيخ فرات بن ابراهيم الکوفي.

﴿7﴾ الثقة الثقة محمد بن عباس الماهيارت 8 شيخ المتکلمين متقدم النونجتين ابوسهل اسماعيل بن علي بن اسحاق بن سهل بن نوبخت (مصنف ڪتب ڪثيرة).

﴿8﴾ اسحاق الڪاتب جنهن امام مهدي ڪي ڏٺو آهي خدا تعاليٰ امام صاحب جي مشڪل جلد آسان ڪري.

﴿9﴾ رئيس الطائفة جنهن جي معصوم هجڻ تي گهڻا يا بعض ماڻهون قائل آهن. يعني ابوالقاسم حسين بن روح بن ابي نوبختي جو شيعن ۽ امام مهدي جي درميان ٽيون سفير آهي.

﴿10﴾ العالم الفاضل المتكلم حاجب بن ليث بن سراج.

﴿11﴾ الشيخ الجليل الثقة الاقدم فضل بن شاذان.

﴿12﴾ الشيخ الجليل محمد بن حسن الشيباني (مصنف تفسير نهج البيان).

﴿13﴾ الشيخ الثقة احمد بن محمد بن خالد برقي (مصنف ڪتاب المحاسن) محقق طوسي پنهنجي فهرست ۾ ۽ نجاشي پنهنجي ڪتاب اسماء الرجال ۾ ان جي تصنيفات مان "ڪتاب التحريف" کي شمار ڪيو آهي.

﴿14﴾ الثقة محمد بن خالد جو مٿين شيخ جو والد آهي.

﴿15﴾ الشيخ الثقة علي بن الحسن بن فضال جنهن کان علم حديث ۾ ڪابہ غلطي نہ ٿي آهي.

﴿16﴾ محمد ابن الحسن الصيرفي.

﴿17﴾ احمد بن محمد سيار.

﴿18﴾ الشيخ حسن بن سليمان الحلي تلميذ الشهيد.

(19) الثقة الجليل محمد بن عباس بن علي بن مروان ماهيار.

(20) ابو طاهر عبدالواحد بن عمر القمي.

(21) محمد بن علي بن شهر آشوب.

(22) شيخ احمد بن ابي طالب طبرسي جنهن تحريف قرآن جي متعلق ڪيترين ئي حديثون روايت ڪيون آهن.

انهن نالن کان بعد فصل الخطاب جو مصنف علامہ نوري طبرسي لکي ٿو تہ:

" وهو مذهب جمهور المحدثين الذين عثرنا علي كلماتهم".

يعني اهو ئي مذهب سيني محدثين جو آهي جنهن جي الفاظن تي اسان کي اطلاع مليو آهي تنهن کان پوءِ هي نالا بہ لکيا اٿس.

(23) مولانا محمد صالح.

(24) الفاضل سيد علي خان.

(25) مولي محمد مهدي ترافي.

(26) الاستاذ الاكبر البهباني.

(27) محقق ڪاظمي.

(28) شيخ ابوالحسن الشريف.

(29) شيخ علي بن محمد المقابي.

(30) سيد جليل علي طائوس.

﴿31﴾ الشيخ الاعظم محمد بن محمد نعمان المفيد.

هي مختصر فهرست ناظرين جي اطلاع لاءِ لکي وئي آهي تان تہ چالباز شيعن جي فريب بازي کان باخبر رهن جو چالباز شيعہ چوندا آهن تہ اسان جا شيعا علماء تحريف جا معتقد ۽ قائل نہ آهن.

## ڪوبہ شيعو قرآن شريف جو حافظ هرگز نہ ٿي سگھندو

جنهن صورت ۾ شيعن جو قرآن پاڪ تي ايمان ئي نہ آهي ۽ قرآن شريف سان محبت نہ اٿن تنهن ڪري شيعن جو حافظ قرآن ٿيڻ محال آهي. حاجي غلام ياسين تلہ گنگ واري هڪ انعامي اشتهار پنجاب ۾ مدت کان وٺي شايع ڪيو آهي مگر گارين کان سواءِ شيعن جي طرفان ڪوبہ جواب نہ آيو. ڪنهن شاعر چيو آهي.

رکے گا جو بغض صحابہ سے جو کوئی انسان

ہمارا دعوا ہے نہ ہو گا حافظ قرآن

## مولوي ڪفايت حسين پشاوري قرآن جو حافظ نہ آهي

سنڌ ۽ پنجاب جا شيعا ماڻهن جي فريب ڏيڻ لاءِ چوندا آهن تہ ڏسو اسان شيعن ۾ بہ مولوي ڪفايت حسين قرآن جو حافظ آهي حالانڪ

مولانا محمد ڪرم الدين صاحب رئيس ڀدير تحصيل چڪوال ضلع جهلم تحصيل "چڪوال" واري مناظري وقت هزار ماڻهن جي روبرو ان کي قرآن ياد پڙهڻ لاء چيو، انهي مولوي ڪفايت حسين ۽ سندس سنگت ڇهن مهينن جي مهلت گهري تنهن تي اهل سنت وارن چيو ته اسين ڇهه مهينا مهلت ڏيون ٿا انهي شرط سان جو اسين اهل سنت پنجاهه حافظ حاضر ڪنداسون، اوهان شيعن کي ڇڙا پنج حافظ حاضر ڪرڻا پوندا مگر شيعن پنجن حافظن جو حاضر ڪرڻ قبول نه ڪيو پوءِ اهل سنت وارن چيو ته ڀلا هڪ حافظ حاضر ڪجو، آخر ڇهه مهينا گذاري ويا مگر ڪوبه شيعو ميدان ۾ نه آيو ۽ شيعه هڪ چالبازي ڪيڏي ان وقت مولوي ڪفايت حسين جي حافظ هجڻ واري دعويٰ تي پردو رکي ويا.

ناظرين کي ياد رکڻ گهرجي ته سنڌ ۾ جيڪڏهن ڪو به شيعو مولوي ڪفايت حسين پشاوري جي لاءِ حافظ هجڻ جي دعويٰ ڪري ته اوهان بيشڪ ڪلي طرح ان کي چيلينج ڏيو ۽ پنج سيپاره برسر ميدان سنين حافظن جي روبرو هڪ وقت ۾ مولوي ڪفايت حسين ياد پڙهي شيعن کي پنجاهه روپيا انعام بروقت ڏنو ويندو. مولوي ڪفايت حسين جي نالي سان گڏ شيعن جي رسالي اصلاح نمبر 6،

جلد 22 سن 1343ھ ۾ به نالا ڇپيا به ڏنا. مولوي فياض حسين ميرٺهي ۽ حافظ مير ڪاظم نگينه ضلع بجنور جا نالا حافظن ۾ پيش ڪيا آهن مگر تجربو شايد آهي ته اها سڀ ڌوڪي بازي آهي.

## تحريف به نسبت شيعن جو اهل سنت تي اعتراض ۽ ان جو دندان شڪن جواب شيعه ڪتب مان

اڄ ڪلهه جا زمانه شناس شيعه پنهنجي عيب جي لڪائڻ جي لاءِ چوندا آهن ته اهل سنت وارا تحريف قرآن جا قائل آهن. جيئن شيعن جي مجتهد علي حائري لاهوري به اها چالبازي پنهنجي ڪتاب موعظ تحريف ۾ ڪيڏي آهي ۽ تحريف جو الزام اهل سنت تي رکيو اٿس. مگر خداوند تعاليٰ جي فضل سان مولوي عبدالشڪور صاحب مدير رساله النجم لکنئو پنهنجي ڪتاب تنبيه الحائرين ۾ علي حائري جا بلڪ شيعه مذهب جو بنياد ئي اکيڙي ڇڏيو آهي ۽ شيعن جي آئين کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. قيامت تائين ڪو شيعو انهي ڪتاب جو جواب ئي نه ڏئي سگهندو. انهي ڪتاب جا بعض مضمون هن رسالي ۾ ڏنا ويا آهن. بهرحال اسان کي ثابت ڪرڻو آهي ته شيعن جا اڳيان علماء هن ڳالهه جو اعلان ڪري ويا آهن ته اهل سنت وارا موجوده قرآن پاڪ کي ڪامل ۽ تحريف کان

پاڪ سمجهندا آهن، جيئن ته شيعن جو امام المناظرين مولوي حامد حسين پنهنجي ڪتاب "استقصاء الافحام" جلد اول، صفحه (٩) ۾ لکي ٿو ته:

"مصحف عثماني ڪه اهل سنت آنرا قرآن ڪامل اعتقاد ڪنند، معتقد نقصان آنرا ناقص الايمان بلکه خارج از اسلام پندارند".[2]

جا اهڙين ثابتين هوندي به شيعه صاحبان هي سرندو وڄائيندا ته اهل سنت وارا تحريف جا قائل آهن. حالانڪ اهل سنت وارن جو شيعن کي چيلينج ڏنل آهي ته ساري دنيا جا شيعه گڏجي تحريف قرآن جي هڪ روايت اهل سنت جي ڪنهن معتبر ڪتاب ۾ ڏيکارين ۽ جيڪو انعام پاڻ شيعه صاحبان مقرر ڪندا انهن کي ڏنو ويندو، مگر ايترو شيعه صاحبان کي ضرور خيال رکڻ گهرجي ته تحريف قرآن ٻي شيءِ آهي ۽ آيتن جو منسوخ ٿيڻ ۽ اختلاف قرائت ٻي شي آهي، تحريف قرآن جي قائل ۽ معتقد کي اهل سنت وارا قطعي ڪافر ۽ جهنمي چوندا آهن. باقي آيتن جو منسوخ ٿيڻ خود قرآن شريف جي حڪم سان ثابت آهي، انهي بحث جو پورو تفصيل ڪتاب "تحفة شيعه" جلد اول، شايع ڪرده انجمن نعمانيه هند لاهور

---

[2] مصحف عثماني جنهن کي اهلسنت وارا مڪمل قرآن سمجهندا آهن ۽ ان ۾ ڪمي بيشي جي عقيدي رکڻ واري کي ناقص ايمان بلڪ اسلام مان خارج سمجهندا آهن.

۾ ڏسڻ گهرجي ۽ انهي بحث جو زبردست بيان تنبيہ الحائرين ۾ ڏسڻ گهرجي جيڪو دفتر انجمر لکنئو کان ملي سگهندو.



## ساري دنيا جي شيعن کي چئلينج

ڪوبہ شيعو پنهنجي ڪتابن موجب قرآن تي پنهنجو ايمان ثابت نہ ڪري سگهندو.

ساري دنيا جا شيعہ پنهنجي متفقہ ڪوشش سان پنهنجي مذهبي ڪتابن مان ڪا هڪ حديث صحيح پنهنجي امامن سڳورن کان هن مضمون جي پيش ڪن جنهن ۾ صاف ٻڌايل هجي تہ قرآن شريف تحريف (انساني ڦيرڦار) وغيره نقص کان پاڪ آهي. جيڪڏهن ڪا صحيح حديث پيش نہ ڪري سگهن تہ ڪا ضعيف حديث بہ پيش ڪن.

شيعہ مذهب جي ڪتابن ۾ ٻن هزارن کان زياده متواتر ۽ مستفيض صحيح حديثون هن مضمون جون لکيل آهن جو هن قرآن شريف ۾ تحريف ٿيل آهي ڇا اڄوڪي وقت جا شيعہ پنهنجي اصول حديث جي رو سان انهن حديثن جي غير معتبر هجڻ تي ڪو معقول وجہ

بيان ڪري سگھندا، بشرطيڪ انهن حديثن تي ڪو برو اثر نہ پوي خاص ڪري امامت وارن روايتن تي ڪو خراب اثر نہ پوي.

باقي جيڪڏهن ڪو شيعو بغير حديث پيش ڪرڻ جي اهو سرندو وڃائيندو تہ شيعہ مذهب وارن جو انهي قرآن شريف تي ايمان آهي تہ هرگز اعتبار نہ ڪيو ڇو تہ تقيو ڪرڻ شيعن وٽ هڪ اعليٰ ترين عبادت آهي، انهن تقيہ واري چالبازي سان اهوجهڙ اهل سنت کي فريب ڏيندا آهن ورنہ شيعہ مذهب ۾ قرآن شريف تي ايمان هجڻ جو ڪوڙو ٽي نہ ٿو لڳي.

جيئن اهل سنت وجماعت جو ضروري عقيدو آهي تہ جيڪو شخص قرآن پاڪ جي تحريف جو قائل هجي اهو قطعي ڪافر ۽ دائره اسلام کان خارج آهي.

ڇا شيعن جا اهڙا علماء ( جو سنين جي فريب ڏيڻ لاءِ چوندا آهن تہ اسان جو هن قرآن شريف تي ايمان آهي ۽ قرآن شريف کي تحريف کان پاڪ سمجھندا آهيو) اهڙي فتويٰ لکيل شايع ڪندا جنهن ۾ صاف ڄاڻايل هجي تہ قرآن جي تحريف جو قائل قطعي ڪافر آهي ۽ جيڪي شيعن جا پيشوا پنهنجي ڪتابن ۾ تحريف قرآن جا قائل ٿيا

آهن انهن کي ڪافر نہ سهي ڪم از ڪم گمراهہ ۽ بي دين تہ لکن ۽ انهي فتويٰ تي پنهنجي مجتهدن جون تصديقون شايع ڪن.



## حضرت عثمان تي قرآن پاڪ ساڙڻ جي تهمت

اگرچہ شيعن ڪي انهي اعتراض جا دندان شڪن جواب بار بار ڏنا ويا آهن مگر انصاف آهي شيعن جي حيا جو، جو جاهلن کي فريب ڏيڻ لاءِ اهو اعتراض زبان تي آڻيندا آهن جيئن شيعن جو مجتهد علي حائري لاهوري پنهنجي ڪتاب "موعظ حسنہ" ۾ بہ انهي اعتراض تي ڏاڍو زور ڏنو آهي ۽ ڪن ڪتابن جون عبارتون بہ نقل ڪيون اٿس، جن مان هڪ عبارت "تحفة نذريہ" جي بہ نقل ڪئي اٿس. جا بعينہ هي آهي.

"وآن مصاحف محرفہ راکہ مردم بضم تفاسير آنرا محرف ساختہ بودند وهما مصاحف مايہ اختلاف وجدال مسلمانان بود از مردم گرفتہ وبہ تفحص بسياري از آن هانزد مردم نگذاشتہ وہمہ رابہ سوخت".

انهي عبارت کي ڏسي بي اختيار شيعن جي مجتهد مولوي علي حائري جي عقل تي ڪِل تي اچي ۽ ان جي حال تي مصرع ياد اچي ٿو تہ: چہ دلاور است دزدي کہ بکف چراغ دارد.

انهي عبارت ۾ آفتاب کان بہ زياده روشني هن ڳالھ تي پوي ٿي تہ حضرت عثمان قرآن شريف کي هرگز نہ ساڙيو آهي، بلڪ اهي پرچہ ساڙيائين جن ۾ ماڻهن پنهنجي طرفان تفسيري ٽوٽڪا ان ۾

ڳنڍي انهن کي مخلوط ۽ محرف بڻائي ڇڏيو هو ۽ مسلمانن ۾ انهن پرچن جو هجڻ وڏو باعث اختلاف ۽ جنگ جو هو ڇو ته ماڻهن پنهنجي طرفان تفسيري الفاظ ۽ منسوخ التلاوت آيتون اهڙي طرح انهن ۾ درج ڪري ڇڏيون هيون جو ايندڙ نسلن ۾ ڪنهن کي به پتو نه پوي ها ته قرآن شريف جا الفاظ ڪهڙا آهن تفسيري الفاظ ڪهڙا آهن. صحابه ڪرامن جو فرض هيو ته اسلام جي بنيادي امورن جو تصفيو پنهنجي وقت ۾ ڪرڻ گهربو هين تنهن ڪري سيني اصحابن جي متفقه فيصلي موجب اهڙن مخلوط پرچن کي معدوم ڪيو ويو ۽ انهن لاءِ بهتر صورت اها ئي هئي ته اهي سڀ مخلوط پرچا ساڙيا وڃن جنهن لاءِ حضرت علي رضي الله عنه کان روايت "سنن ابي داؤد" ۾ آهي ته حضرت عثمان جي حق ۾ چنگائي کان سواءِ ٻيو ڪو لفظ نه چوڻ گهرجي، ڇو جو مصحفن جي باري ۾ جو ڪجھ ڪيائون سو سڀ اسان جي ئي مشوري ۽ صلاح سان ڪيو ويو.

"لاتقولوا في عثمان الاخير فانه ما فعل في المصاحف الا عن ملاء منا".

۽ غور ڪرڻ گهرجي ته اهڙي مخلوط شي کي قرآن يا خدا جو ڪلام ڪيئن چئي سگهبو؟

## شيعن کي چئلينج

جيڪڏهن علي حائري يا ڪو ٻيو شيعو هي ڳالهه ثابت ڪري ڏي تہ جن پرچن کي حضرت سهڻي عثمان رضي الله عنہ ساڙايو هئو انهن ۾ خالص قرآن پاڪ هيو تہ شيعہ جيڪو انعام پنهنجي وات سان گهرندا سو ڏبن.

اهل سنت جي دندان شڪن جوابن کي ڏسي شيعن جي علامہ ابن ميسم بحراني کي شرح نهج البلاغة ۾ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي انهي طعن بنسبت لکڻو پيو تہ حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جي طرفدارن انهن اعتراضن جا نهايت عمده جواب ڏنا آهن، جيڪي وڏن ڪتابن ۾ بيان ٿيل آهن:”وقد اجاب الناصرون لعثمان عن هذه الاحداث باجوبة مستحسنة وهي مذكوره في المـ ولات“.

واقعي حضرت عثمان غني رضي الله عنہ جو مسلمانن تي هي وڏو احسان آهي جو انهن مخلوط پرچن کي معدوم ڪيو نہ تہ اڄ قرآن شريف جي اهڙي حالت هجي ها جهڙي توريت ۽ انجيل جي ٿي وئي آهي، مگر جن ماڻهن (شيعن) کي قرآن شريف سان ڪو تعلق نہ آهي انهن کي اهڙي احسان جي ڇا قدر داني هوندي.

## شيعن کي پنهنجي گهرن جي به خبر نه آهي

حضرت عثمان ذوالنورين رضي الله عنه وارو جمع ڪيل قرآن اڄ به دنياءِ اسلام جي هٿ ۾ هڪ زبردست اسلامي معجزو موجود آهي، جنهن کي اڄوڪا شيعا تقيي سان پيش ڪري اسلام ۽ مسلمانن ۾ شامل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، مگر شيعه صاحبان ذرا شرم کان ڪم وٺي پنهنجي ڪتابن جون اهي عبارتون ڏسن جن سان ثابت ڪري آيا آهيون ته حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنه قرآن شريف کي دنيا مان اهڙو ته معدوم ڪري ڇڏيو آهي جو اڄ ان جو هڪ ورق ملڻ ئي محال آهي. هاڻي بقول شيعه جيڪڏهن حضرت عثمان غني رضي الله عنه تي مخلوط پرچن ساڙڻ جو اعتراض آهي ته شيعه مذهب موجب حضرت علي تي ان کان به وڌيڪ جرم ثابت آهي جو قرآن کي دنيا جي تختي تان ئي معدوم ڪري ويو.

لا مذهبوں میں شرم کا کچھ بھی اثر نہیں
یہی اعتراض اوروں پہ اپنی خبر نہیں

## فقير صاحبداد مدير الهمايون



# باب ٽيون

## شيعن جا مايہ ناز عقيدا

جنهن صورت ۾ اڄ ڪلهه رفض جو فتنو سنڌ ۾ بہ ترقي ڪري رهيو آهي ۽ سنڌي شيعہ اهل السنة جي دلين کي صدما پهچائڻ جي لاءِ تاجداران اسلام اصحاب رسول ۽ ازواج رسول تي ناپاڪ حملہ ڪرڻ ۾ پنهنجو فخر سمجهندا آهن ۽ اهڙن مسئلن جي ڇيڙڻ جو موقعو نہ ڇڏيندا آهن جن مسئلن جي ڪلڻ جي ڪري شيعہ مذهب جا فاسد عقيدا طشت ازبام ٿين ۽ سندن مذهب جو اندروني پول ڪلي شيعہ بار بار هن ڳالهہ تي زور ڏيندا آهن تہ اهل سنت وارا حضرات خلفا ثلثہ رضي الله عنهم جو ايمان ثابت ڪن ۽ اهل سنت وارا اهڙي بيهوده اعتراض کي ڏاڍي جوش ۾ ايندا آهن ۽ انهي مسئلي تي بحث ڪرڻ منظور ڪندا آهن اگرچہ حضرات خلفا ثلثہ رضي الله عنهم جو ايمان آفتاب کان زياده روشن آهي ۽ سارو قرآن شريف صحابہ ڪرامن جي ايمان دار هجڻ جو شاهد عادل آهي.

مگر ڏسڻو هن ڳالهہ کي آهي تہ رافضن کي انهي مسئلي تي بحث ڪرڻ جو حق آهي يا نہ؟

دنيا ۾ ڪو بہ انصاف پسند جنهن کي شيعہ مذهب جي واقفيت هوندي اهو هرگز ائين نہ چوندو تہ شيعن کي انهي مسئلي "ثبوت ايمان حضرات خلفا ثلثہ رضي الله عنهم تي بحث ڪرڻ جو حق آهي" ڇو جو پنجويهن سالن کان وٺي هندستان ۾ اهل سنت جي طرفان هيٺيان مسئلہ شايع ٿي رهيا آهن ڪنهن بہ شيعن جي مجتهد کي اها همٿ نہ ٿي آهي جو انهن مسئلن جا جواب ڏئي، اُهي هي آهن.

شيعن جو ايمان قرآن پاڪ تي نہ آهي ۽ نہ ٿي سگهندو ۽ ڪو بہ شيعو قيامت تائين پنهنجي مذهب موجب قرآن شريف تي ايمان ثابت نہ ڪري سگهندو هاڻي جيڪو شخص پاڻ بي ايمان ۽ اسلام کان خارج ان کي ڪهڙو حق آهي جو قرآن پاڪ جي محفوظ ۽ جمع ڪندڙن مؤمنن جي تاجدارن اسلامي پيشوائن حضرات خلفاءِ ثلثہ جي ايمان بہ نسبت گفتگو ڪري منڪر؟ قرآن بي ايمان کي ڪو حق نہ آهي جو ايماندار جي ايمان بہ نسبت گفتگو ڪري انهي باري ڏسو مفصل بيان ڪتاب "سيف الرحمٰن علي اعداء القرآن" جو باب ٻيو.

شيعہ مذهب جو ضروري عقيده آهي تہ بعضي بعضي وقت خداوند تعاليٰ تي جهل طاري ٿي ويندو آهي انهي عقيده کي شيعہ "بداء" چوندا آهن عنقريب انهي مسئلي جا حوالہ ڏنا ويندا.

شيعہ مذهب موجب هرگز معلوم ٿي نٿو سگهي تہ آنحضرت پاڪ ﷺ ڪهڙي دين جي تعليم ڏني؟

ڪوبہ شيعو پنهنجي مذهب موجب ثابت نٿو ڪري سگهي تہ حضرت علي رضي الله عنہ ۽ ٻين ائمہ اهلبيت جو مذهب ڇا هيو؟ ڪجھ بہ پتو نٿو پوي (اگرچہ اسين اهل سنت حضرت علي رضي الله عنہ ۽ ٻين ائمہ اهلبيت کي پنهنجو تاجدار ۽ آقا سمجهندا آهيون) مگر شيعہ مذهب جي گڙٻڙ ۽ تقيي دوازده امامن جي مذهب تي پردو وجهي ڇڏيو آهي.

شيعہ مذهب موجب پتو نٿو پوي ۽ ڪو بہ شيعو بيان نٿو ڪري سگهي تہ آل رسول ڪهڙا بزرگ آهن ۽ اهل بيت رسول ڪهڙا هيا.

دنيا ۾ ناپاڪ کان ناپاڪ مذهب وارا بہ ڪوڙ کي برو ۽ پليت سمجهندا آهن مگر شيعہ مذهب ڪوڙ کي هڪ اعليٰ عبادت ۽ ضروري فرض يقين ڪندو آهي جيڪو شخص ڪوڙ نہ ڳالهائي اهو شخص بي دين ۽ بي ايمان آهي.

امام حسين جا قاتل خود شيعہ ئي آهن جيئن سندن ڪتابن ۾ تسليم ڪيل آهي ۽ ٻيا بہ گھڻا اهڙا عقيدا شيعہ مذهب جا جيڪي پنهنجي موقعي تي آئنده بيان ٿيندا. ناظرين کي هاڻي غور ۽ ويچار ڪرڻ گهرجي تہ جنهن مذهب وارن جي اهڙي حالت هجي ۽ اسلامي عقيدن کان ئي خارج هجن انهن کي ڪهڙو حق آهي جو حضرات خلفا ثلثہ جي ايمان متعلق بحث ڪن.

ناظرين هن ڪتاب کي پوري ڌيان سان پڙهن، شيعہ مذهب جي ڪتابن جو صفحہ وار حوالن سان جنسي عبارتون نقل ڪري شيعن جي اڪثر عقيدن تي روشني وڌي وئي آهي جيڪڏهن اهي عقيده شيعن جي حوالہ ڏنل ڪتابن ۾ نہ لين تہ غلط ثابت ڪندڙ کي پنجاهہ روپيہ انعام ڏنو ويندو اهل سنت کي تسلي ٿي ڏجي تہ بلاشڪ جرئت سان اهي حوالہ ڏنل عبارتون شيعن کي پيش ڪن ۽ انهن جو جواب وٺن.

شيعن جي عقيدن جي مختصر فهرست سندن ڪتابن جي صفحہ وار حوالن ۽ عبارتن سميت هيٺ ڏجي ٿي.

کیا لطف جو غیر پردہ کھولے جادو وہ جو سر پر چڑھ کے بولے



# شيعن جا مختصر عقيدا ۽ مسئلا

## شيعہ مذهب جو بنياد

## شيعت ۽ يهوديت

## مسئلو ﴿1﴾

## شيعہ مذهب جو بنياد "يهوديت" جي اصولن تي رکيل آهي

چالباز شيعہ نهايت چالاڪي سان هن ڳالهہ جو انڪار ڪندا آهن تہ "ابن سبا" يهودي اسان جو پيشوا نہ آهي ۽ شيعہ مذهب ڪي يهوديت سان ڪو تعلق نہ آهي، مگر حقيقت ۾ سندن معتبر ڪتابن ۾ هن ڳالهہ جي تصحيح ٿيل آهي تہ شيعن اقرار پاڻ ڪيو آهي تہ "عبدالله بن سبا" يهودي ئي پهريون شخص آهي جنهن حضرت علي رضي الله عنہ جي "امامت" جي فرض هجڻ کي مشهور ڪيو ۽ حضرت علي جي دشمنن تي تبرا ڪيائين ۽ کلم کلايو انهن کي ڪافر چيائين، انهي ڪري تہ شيعن جا مخالف چوندا آهن جو شيعہ مذهب جو بنياد "يهوديت" کان ورتل آهي.

ناظرين جي معلومات لاءِ شيعن جي معتبر ڪتاب "رجال ڪشي" جي صفحي 71 تان اها عبارت نقل ڪجي ٿي انهي ڪتاب تي شيعہ

مذهب جي اسماء الرجال جو دارومدار رکيل آهي، عبارت هي آهي:

”ذکر بعض اهل العلم ان عبدالله بن سبا کان يهود يا فاسلم و والي عليا عليه السلام وکان يقول وهو علي يهوديته في يوشع بن نون وصي موسي بالغلو فقال في اسلام بعد وفات رسول الله ﷺ في علي عليه السلام مثل ذلک وکان اول من اشهر القول بفرض امامة علي واظهر البراءة من اعدائه وکاشف مخالفيه واکفرهم فمن ههنا قال من خالف الشيعته اصل التشيع ما خوذ من اليهوديته“.

انهي روايت کي مجتهد فاضل استرآبادي پنهنجي ڪتاب منهاج المقال ۾ بہ لکيو آهي.

اڄوڪا شيعہ ڪٿي هزار دفعا انڪار ڪن مگر حقيقت ضروري ظاهر ٿيئي آهي.

”نہاں کی ماند آں راز کزو سازند محفلہا“

شيعن جو مذهب ڇو تہ پاڪ ٿيندو جنهن جو بنياد ئي هڪڙي يهودي شخص اسلامي لباس ۾ يهوديت جي اصولن تي رکيو آهي امامت علي (خلافت بلافصل) جي فرضيت جو اعلان پهريائين عبدالله بن سبا يهودي جي طرفان ٿيو آهي ۽ لعنت ۽ تبرا جي سنت بہ پهريان انهي يهودي قائم ڪئي آهي جا اڄ شيعہ فرقي لاءِ طره امتياز ۽ باعث مباهات آهي صحابہ ڪرامن کي ڪافر وغيره ناپاڪ

الفاظن سان ياد ڪرڻ واري تعليم به شيعه صاحبن پنهنجي انهي پيشوا کان ورتي آهي شيعن جي مجتهد فاضل استرآبادي به رجال ڪشي جي مٿين روايت ڪي پنهنجي ڪتاب "منهج المقال" ۾ به ثابت ڪيو آهي ۽ تاريخ طبري جي باب اول ۾ انهي عبدالله بن سبا يهودي جو ذڪر هن طرح ٿيل آهي ته عبدالله بن سبا يمن جو رهاڪو هو ۽ ظاهر ۾ مسلمان ٿيو هو حقيقت ۾ اسلام جو سخت دشمن هو اندروني طرح اسلام جي تخريب لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪندو رهندو هو، سن 35 ۾ حضرت عثمان ذوالنورين جي وقت مسلمان ٿيو حضرت عثمان جي پس غائبانه شڪايت ڪندو هو ۽ مذهب رجعت جو ايجاد ڪيائين ڪنهن شاعر چيو آهي.

وہی دین خدا بنیاد رکھی جس کی احمد نے
بلندی جس کی خود عرش معلی سے ملادی ہے
مسلمان نام رکھ ابن سبانے دام پھیلایا
رواج رفض دے کر اسکی جڑ بن سی ہلادی ہے
منافق نے دیا دھو کا عجب جاہل مسلمان کو
نفاق باہمی کی آگ گھر گھر میں لگادی ہے
بنایا رفض نے آزاد آلہ اسی جاہل کو
"بداء" سی شان علم الغیب بالکل ہی مٹادی ہے

ٻهريون مسئلو هي آهي تہ خدا تعالىٰ کي بدا. ٿئي ٿو يعني معاذ الله اهو جاهل آهي، ان کي سيني ڳالهين جو علم نہ آهي، تنهن ڪري هن جون بہ اڪثر پيشين گويون غلط نڪرن ٿيون ۽ ڪيس پنهنجي راءِ بدلائڻي پوي ٿي.

شيعن ۾ هڪ اهڙو مسئلو ضروري سمجهو وڃي ٿو جو سندن برابر ڪا بہ عبادت نہ آهي. اصول ڪافي صفحہ 84 هڪ خلاصو باب ٺي بداءِ جي باري ۾ لکيو ويو آهي. احاديث ذيل ملاحظہ ڪيو.

1- عن زرارة بن اعين عن احدهما قال ما عبدالله بشيءِ مثل البداء.

2- عن مالک الجهني قال عت ابا عبدالله يقول لو علم الناس ما في القول بالبداء من الاجر ما افتروا عن الكلام فيه.

3- عن مرازم بن حكيم قال عت ابا عبدالله يقول ما تنباء نبيءِ قط حتي يقر لله بخمس بالبداء والمشية والسجود والعبودية وال اعته.

ترجمہ: زراه بن اعين حضرت امام باقر يا صادق کان روايت ڪئي آهي تہ خدا جي عبادت بداءِ جي برابر ٻي ڪنهن شي ۾ نہ آهي.

2- مالڪ جُهني چوي ٿو تہ امام جعفر صادق فرمايو تہ جيڪڏهن ماڻهن کي معلوم هجي بداءِ جي اقرار ڪرڻ ۾ ڪيتري قدر ثواب

آهي ته هو جيڪر هر گز ان ڪان باز نه رهن.

٤: مرازم بن حڪيم راوي آهي ته امام صادق عليه السلام فرمايو ته ڪنهن به نبي کي تيستائين نبوت نه ملي جيستائين انهن ڪان هنن ڳالهين جو اقرار نه ورتو ويو بداء، مشيئت، سجده، عبوديت ۽ طاعت جو.

## "بداء جي معنيٰ"

انهن روايتن مان بداء جو ضروري مسئلو هجڻ ۽ اهو ثواب عظيم ۽ اعليٰ عبادت ۾ داخل هجڻ ثابت ٿئي ٿو.

باقي رهي هيءَ ڳالهه ته بداء ڪهڙي شيءِ آهي سو ان لاءِ پهريان اسان کي لغت جا ڪتاب ڏسڻ گهرجن. لغت جي ڪتابن ۾ آهي ته "بداء مانه بظهر" (فلانه شخص کي بداء ٿيو يعني اها ڳالهه معلوم ٿيس جا پهريان معلوم نه هيس) انهيءَ معني سان اهو لفظ قرآن شريف ۾ استعمال ڪيل آهي.

## بداء جا مثال

شيعن جي ڪتابن ۾ "بداء" جا واقعات گهڻا ذڪر ٿيل آهن. هتي فقط ٻن واقعن جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

امام جعفر صادق چيو ته مون ڪان پوءِ الله تعاليٰ منهنجي فرزند

اسماعيل کي خلافت واسطي نامزد ڪيو آهي مگر پوءِ فرمايائون تہ خدا تعاليٰ بجاء اسماعيل جي موسيٰ ڪاظم کي امام ڪيو آهي. جيئن جو علامہ مجلسي بحار الانوار ۾ روايت ڪئي آهي : عن جعفر الصادق انه جعل ا ماعيل القائم مقامه بعده فظهر من ا ماعيل مالم يرتض فجعل قائم مقامه موسيٰ فسئل عن ذالک فقال بدا لله في ا ماعيل مابداله في شي کما بداله في ا ماعيل ابني.

ترجمہ: امام جعفر صادق کان روايت آهي تہ مون اسماعيل کي پاڻ کان پوءِ پنهنجو قائم مقام بنايو مگر اسماعيل کان ڪا ناپسنديده حرڪت سرزد ٿي تنهن ڪري وري موسيٰ ڪاظم کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪيائون، جڏهن ان جو سبب پڇو ويو تڏهن امام صاحب فرمايو تہ خدا تعاليٰ کي اسماعيل بابت بداء ٿيو ۽ خدا کي ڪڏهن پهريان اهڙو بداء نہ ٿيو جهڙو منهنجي پٽ اسماعيل جي باري ۾ ٿيو اٿس.

امام علي نقي خبر ڏني آهي تہ مون کان پوءِ منهنجو پٽ محمد امام ٿيندو، مگر شايد خدا کي علم نہ هو تہ پيءُ جي جيئري ئي فوت ٿي ويندو. جڏهن هو فوت ٿي ويو تہ معاذ الله خدا کي پنهنجي راءِ بدلائڻي پئي، وري حسن عسڪري امام ٿيو. هي واقعو اصول

ڪافي صفحہ 304 ۾ ذڪر ٿيل آهي، جنسي عبارت هي آهي: عن ابي الهاشم الجعفري قال كنت عند ابي الحسن عليه السلام بعد ما مضى ابنه ابوجعفر واني لا فكر نفسي اريدان اقول كانهما اعني ابا جعفر و ابا محمد في هذا الوقت كابى الحسن موسىٰ و ا ماعيل و ان قصه كقصتهما اذ كان ابو محمد المرجا بعد ابى جعفر فاقبل علي ابوالحسن عليه السلام قبل ان از ق فقال نعم يا ابا هاشم بدٰ الله في ابي محمد بعد ابي جعفر مالم تكن تعرف له كما بدا له في موسيٰ بعد مضيٰ ا ماعيل ماكشف به عن حاله وهو كما حد ثتک نفسک وان كره المبـ لمون و ابو محمد بني الخلف من بعدي عنده علم ما يحتاج اليه ومعه آلة الامامه.

ترجمو: ابو الهاشم جعفري کان روايت آهي چوي ٿو تہ مان ابوالحسن (امام تقي) وٽ ويٺو هوس جنهن وقت جو هنجو فرزند ابوجعفر (محمد) فوت ٿي ويو ۽ مان پنهنجي دل ۾ خيال ڪري رهيو هوس ۽ هيئن چوڻ پئي گهريو تہ هن وقت محمد ۽ حسن عسڪري جو معاملو امام موسيٰ ڪاظم ۽ امام اسماعيل جهڙو آهي. اوچتو امام تقي مون ڏانهن متوجہ ٿيو ۽ آءٌ ڪجھ چوان تنهن کان اڳيئي فرمايائون تہ اي ابو هاشم خدا تعاليٰ کي ابو محمد يعني حسن عسڪري جي باري ۾ امام محمد کان پوءِ بداء ٿيو ۽ جا

ڳالھ معلوم نہ ھيس سا کيس معلوم ٿي ويئي جھڙي طرح خدا کي موسيٰ ڪاظم جي باري ۾ اسماعيل کان پوءِ بداءِ ٿيو ھو جنھن کان پوءِ اصل حقيقت ظاھر ٿي پئي ۽ ھي ڳالھ بہ اھڙي ئي آھي جھڙي تو پنھنجي دل ۾ خيال ڪئي ھئي، اگرچہ بدڪار ماڻھون ھن کي ناپسند ڪندا. ابو محمد (حسن عسڪري) مون کان پوءِ منھنجو خليفو آھي ۽ کيس تمام ضروري ڳالھين جو علم آھي، ۽ وٽس آلہ امامت بہ آھي.

## شيعن جو اقرار

ھي ڳالھ خود شيعن جي عالمن قبول ڪئي آھي تہ "بداءِ" جي مڃڻ سان خدا جو جاھل ھجڻ لازم اچي ٿو.

جھڙي طرح مولوي دلدار علي مجتھد اعظم شيعہ پنھنجي ڪتاب اساس الاصول صفحہ 129 ۾ لکيو آھي تہ "اعلم ان البداء لاينبغي ان يقول بہ احدلانہ يلزم ان يتصف الباري تعاليٰ بالجھل کما لا يخفي".

ترجمہ: ڄاڻڻ گھرجي تہ "بداءِ" جي عقيدي جو ڪنھن کي قائل ٿيڻ نہ گھرجي ڇوجو ان مان صاف طرح خداوند تعاليٰ جو جاھل ھجڻ لازم اچي ٿو.

ان سان گڏ انھي ڪتاب "اساس الاصول" مطبوعہ لکنو ۾ مولوي

دلدار علي هن ڳالهہ جو بہ اقرار ڪيو آهي تہ هڪ محقق طوسي ڪان سواءِ سيني شيعن جو متفق عقيدو آهي تہ خدا تعاليٰ کي "بداء" ٿيندو آهي.

جڏهن شيعن جي مجتهد مولوي دلدار علي کي اهل سنت جي عالمن انهي عقيده بنسبت سخت شرمندو ڪيو تڏهن چوڻ لڳو تہ انهي عقيدي جو قائل ٿيڻ نہ گهرجي. مگر سوال هي آهي تہ جيڪي شيعہ انهي عقيدي "بداء" جا قائل آهن ۽ خداوند تعاليٰ کي جاهل سمجهن ٿا انهن کي مولوي دلدار علي اسلام جي دائره کان خارج ڇو نٿو چوي؟.

اڄ بہ شيعن جا مجتهد هڪ متفق فتويٰ ڪڍن تہ شيعن جي ڪافي ڪليني وغيره جهڙي معتبر ڪتابن ۾ هي جو شيعن جي امامن ۽ پيشوائن ڏي بداء جهڙي ڪفريہ عقيدي جي نسبت ڪئي وئي آهي اسين انڪان بيزار آهيون ۽ بداء جي عقيدي وارن کي اسلام کان خارج سمجهون ٿا.

علماء شيعہ جو قابل ديد تماشو هي آهي تہ جڏهن سنن عالمن جي گرفت ۾ ايندا آهن تہ پريشاني جي حالت ۾ اهڙيون ڳالهيون ڪري ويندا آهن جو "بدا" جي عقيدي کان بہ زياده قابل گرفت آهن جيئن تہ شيعن جي مجتهد مولوي حامد حسين پنهنجي ڪتاب "استقصاء

الافحام“ جلد اول صفحه 30 ۾ پنهنجي علامہ باقر مجلسي کان انهي ”بداء“ واري عقيدي جي هڪ تاويل نقل ڪري ڏاڍو خوش ٿيو آهي جنهن ۾ لکي ٿو تہ هڪ تاويل هي بہ آهي تہ جو اهڙيون پيشن گويون جنهن ۾ خدا تعاليٰ کي بدا ٿيو آهي اهي خاص مومنن جي تسلي لاءِ هيون ڇو تہ جيڪڏهن منڍ کان وٺي ائمہ عليهم السلام پنهنجي شيعن کي اهڙيون ڳالهيون ڏسن ها جو مخالفن جو غلبو رهندو ۽ هڪ بہ هزار سال شيعن کي تڪليفن ۽ مايوسي ۾ گذارڻو پوندو تہ شيعہ بروقت دين کان ڦري وڃن ها تنهن ڪري شيعن پنهنجن کي اهڙن پيشن گوين سان خوش ڪندا آيا تہ جلد فرحت ٿيندي.

افسوس جو شيعن جي مجتهدن انهي باطل تاويل ۾ امامن سڳورن تي ڪيڏو نہ ناپاڪ حملو ڪيو آهي ڇا اهڙيون ڪوڙيون پيشن گويون گهڙي ماڻهن کي فريب ڏيڻ امامن لاءِ هڪ سخت توهين ۽ ناپاڪ حملو نہ آهي؟ ڇا هي شيعہ مذهب جي صداقت آهي جو ماڻهن کي فريب سان خوش ڪري ڦاسايو وڃي؟ بهرحال استقصاء الافحام جلد اول صفحہ 30 جي جنسي عبارت پيش ڪرڻ ضروري آهي جيئن چالباز شيعن کي انڪار جي جرئت نہ رهي.

”ومنها ان يكون هذه الاخبار تسلية لقوم من المومنين المنتظرين لفرج اولياء الله وغلبة اهل الحق واهله كما روي في فرج اهل البيت عليهم السلام

وغلبتهم لانهم عليهم السلام لو كانوا اخبروا الشيعة في اول ابتلائهم با ء المخالفين وشدة محنتهم انه ليس فرجهم الا بعد الف سنة والفي سنة ليئسوا ورجعوا عن الدين ولكنهم اخبروا شيعتهم بتعجيل الفرج".

نی فروعت محکم آمد نی اصول

شرم بادت از خدا واز رسول

اها تاويل نہ رڳو ڪتاب استقصاء الافحام واري علامہ باقر مجلسي کان روايت ڪئي آهي بلڪ خود شيعن جي سڀ کان وڏي محدث ڪليني پنهنجي مشهور ڪتاب اصول ڪافي مطبوعہ نولڪشور لکنئو صفحہ 233 ۾ صاف صاف لکيو آهي تہ اسان شيعن کي اهڙن پيشن گوين جي ذريعہ انهي ڪري دلاسو ڏنو ويندو آهي تہ جيئن اسان شيعن جي دلين ۾ نا اميدي پيدا نٿي. جيڪڏهن اسان شيعن جا امام، ٻن سون يا ٽن سون سالن جي لاءِ پيشين گوين جي پوري ٿيڻ جو دلاسو ڏين ها تہ دليون سخت ٿي وڃن ها تنهن ڪري اسان جي دلين ونڻ لاءِ ٿوري مدت ۾ پيشن گوين ٿيڻ جا واعده ڪيائون.

اصول ڪافي جا جنسي الفاظ هي آهن: "وان امرنا لم يحضر فعللنا بالاماني فلو قيل لنا ان هذا الامر لا يكون الا الي مائتي سنة او ثلث مائة سنة لقست القلوب ولرجع عامة الناس عن الاسلام ولكن قالوا ما اسرعه وما اقربه قالفا القلوب الناس".

مطلب تہ شيعہ مذهب جي وڌائڻ لاءِ قسمين قسمين فريب ڏئي ماڻهن جي ڦاسائڻ لاءِ تجويزون ڪيڏيون ويون آهن مگر حقيقت هي آهي تہ شيعہ دوستي جي آڙ ۾ آل سول دوازده امامن رضي الله عنهم تي ناپاڪ حملہ ڪري انهن جي اسلامي عقيدن ڪي مشتبہ ڪرڻ گهرن ٿا. در پرده اسلام جي بيخ ڪني لاءِ سموري ڪوشش تي رهي آهي.

جڏهن شيعہ صاحبان خود خداوند تعاليٰ جي جاهل هجڻ جا معتقد آهن تہ اصحابن ڪرامن ۽ ازواج اهل بيت نبي ڪي گاريون ڏيڻ شيعہ صاحبان پنهنجي لاءِ عبادت ۽ فخر نہ سمجهن تہ ٻيو ڇا ڪن؟

دشنام بہ مذہبی کہ طاعت باشد

مذہب معلوم واہل مذہب معلوم

## مسئلو ﴿2﴾

## تقيو

شيعن جو مکيہ عقيدو تقيو بہ آهي جنهن جي شيعن جي ڪتابن ۾ گهڻي تعريف ڪئي وئي آهي ۽ اعلي عبادت ۾ شمار ڪيو ويو آهي. اصول ڪافي صفحہ 484 ۾ آهي: وقال ابو جعفر عليه السلام التقية من ديني ودين آبائي ولا ايمان من لا تقية له (امام محمد باقر

فرمايو تہ تقيو منهنجي ۽ منهنجي پيءُ ڏاڏي جو دين آهي ۽ جيڪو تقيو نٿو ڪري اهو بي ايمان آهي) پڻ اصول ڪافي ص 82 ۾ آهي:

قال ابو عبدالله عليه السلام يا اباعمران تسعة اعشار الدين في التقية ولا دين لمن لا تقية له.

ترجمو: امام صادق عليہ السلام فرمايو تہ اي ابو عمر نو حصا دين جا تقيي ۾ آهن جو شخص تقيو نہ ٿو ڪري اهو بي دين آهي.

هاڻي اسان کي اهو ڏسڻو آهي تہ ايڏي وڏي عبادت جنهن تي شيعن جو دين ايمان آهي سو تقيو شيءِ ڪهڙي آهي؟ سو واضح هجي تہ تقيو چوندا آهن حق جي برخلاف ڳالهہ ڪرڻ يعني نفاق ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ کي جيئن جو هيٺين روايت مان ظاهر آهي

اصول ڪافي ص 483 ۾ آهي:

عن ابي بصير قال قال ابو عبدالله عليه السلام التقية من دين الله قلت ومن دين الله قال اي والله من دين الله ولقد قال يوسف ايتها العير انكم لسارقون والله ماكانوا سرقوا شيئا و لقد قال ابراهيم اني سقيم والله مان كان سقيما.

ترجمو: ابو بصير کان روايت آهي تہ امام صادق عليہ السلام فرمايو تہ تقيو خدا جي دين مان آهي، راوي چيو ڇا خدا جي دين

مان آهي؟ امام فرمايو هائو خدا جي دين مان آهي. حضرت يوسف چيو تہ اي قافلي وارو توهان چور آهيو. بخدا انهن کا بہ چوري ڪانہ ڪئي هئي. حضرت ابراهيم چيو تہ مان بيمار آهيان ، بخدا هو بيمار نہ هو.

هي غلط آهي تہ حضرت يوسف عليہ السلام ڪو ائين چيو هو، قرآن شريف ۾ آهي "ثم اذن موذن ايتها العيرانكم لسارقون".(ترجمو) ڪنهن پڪاريندڙ هي پڪار ڪئي تہ اي قافلي وارو توهان چور آهيو. شيعن جي قرآن داني تي افسوس آهي جو غلط ڳالھ ڪئي حضرت يوسف عليہ السلام ڏانهن منسوب ڪئي اٿن. اهڙي طرح سان حضرت ابراهيم عليہ السلام جو هيئن چوڻ تہ مان بيمار آهيان هرگز ڪوڙ نہ هو ڇاڪاڻ تہ جڏهن هڪ صادق الايمان شخص ڪفارن جي نرغي ۾ ڦاسي وڃي ٿو تڏهن ان جي دل سخت رنجور ٿئي ٿي. صحبت نا جنس کان وڌيڪ ڪا بيماري ڪانهي تڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام جو هيئن چوڻ تہ مان بيمار آهيان هڪ واقعي ڳالھ هئي ۽ ڪوڙ بلڪل نہ هو.

مگر شيعن جي مٿين روايت مان ظاهر آهي تہ تقيو چون ٿا ڪوڙ ڳالهائڻ کي. جهڙي طرح معاذ الله بقول شيعہ حضرت يوسف ڪوڙ

ڳالهايو ڇو تہ قافلي وارن کا چوري کانہ کئي هئي، مگر انهن کي چور سڏيو ويو ۽ حضرت ابراهيم تندرست هو مگر ڪوڙ ڪري بيمار بڻجي ويو.

2- حيات القلوب جلد پهريون صفحہ 430 ۾ آهي. وہر چند حدیث معتبر دیگر فرمود کہ تقیہ ہیچکس بہ تقیہ اصحاب کہف نمیرسد بدرستیکہ ایشان زنار می بستند و بعید گاہ مشرکان حاضر میشدند پس خدا ثواب ایشان را مضاعف گردانید۔

ترجمو: ٻين معتبر حديثن ۾ آهي تہ ڪنهن بہ شخص جو تقيو اصحاب ڪهف جي تقيي جي برابر تي نٿو سگهي ڇاڪاڻ تہ هو جڻيو 3 پائيندا هوا ۽ ڪفارن جي عيدن ۾ شريڪ ٿيندا هوا ۽ خدا سندن ثواب دوبالا (ٻيڻو) ڪري ڇڏيو آهي.

هن روايت مان صاف ظاهر آهي تہ تقيہ ڪوڙ ڳالهائڻ کي چون ٿا. وڏا تقيہ باز اصحاب ڪهف هئا، هو ايتري قدر ڪوڙ ڳالهائيندا هئا جو مسلمان ٿي ڪري جڻيا پائيندا هئا ۽ مشرڪ بڻجي ڪافرن جي عيدن ۾ شامل ٿيندا هئا ۽ هنجو وڏو ثواب حاصل ٿئي ٿو. الله الله! شيعا پاڻ تہ ڪوڙ ڳالهائين ٿا ۽ تقيي جو ثواب لٽين ٿا مگر پاڻ سان گڏ الله جي برگزيده بندن اوليائن ۽ امامن کي تقيہ باز چئي مفت ۾

[3]: اهو ڌاڳو جو هندو هڪ ڌرمي رسم موجب ڳچي ۾ وجهندا آهن.

بدنام ڪري رهيا آهن. "رسالہ موعظ تقيہ" جنهن ۾ علامہ حائري جا قول لکيا ويا آهن. تنهن جي هڪ مضمون بعنوان "جناب امير عليہ السلام جو تقيو" درج آهي جنهن ۾ لکيل آهي تہ امير المومنين حضرت علي عليہ السلام خلفاء ثلثہ جي زمانہ ۾ تقيو ڪيو ۽ ضرور ڪيو. ڇاڪاڻ تہ جهڙي طرح آغاز اسلام ۾ رسول اللہ ﷺ 39 انصار ۽ اعوان هوندي بہ تقيو ڪيو. اهڙي طرح جناب امير عليہ السلام بہ انصار ۽ اعوان جي قلت سببان خلفاء ثلثہ سان تقيو ڪيو پوءِ جيڪڏهن پيغمبر ﷺ جو تقيي ڪرڻ ڪري سندن شجاعت ۽ قوت تي ڪوبہ حرف اچي نہ ٿو سگهي تہ نفس رسول (علي) تي جو ڪنهن بہ وصف ۾ پيغمبر ﷺ ڪان زياده نہ هو ڪو بہ اعتراض پيدا ٿي نٿو سگهي، تنهن ڪان سواءِ جناب امير عليہ السلام بہ محض حفاظت اسلام جي لاءِ تقيو ڪيو. جيڪڏهن هو تقيو نہ ڪري ها تہ باهمي مسلمانن جي ڪشمڪش ڪري اسلام هڪ عظيم خطري ۾ پئجي وڃي ها. تنهن ڪري معتبر حديثن جي آذار تي چئي سگهجي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام اصحاب ثلثہ جي بيعت هرگز ڪانہ ڪئي ۽ اهو سمورو زمانو تقيي ۾ گذاريائون، البتہ جيڪڏهن ڪيس بيعت واسطي مجبور ڪيو وڃي

ها تہ ضرور بيعت جي مقابلي ۾ ذوالفقار کڻڻ کي ترجيح ڏي ها ۽ تقيو ڇڏي ها مگر نہ ھو بيعت واسطي مجبور ڪيو ويو نہ ھن تقيو ڪيو.

شيعن جو فلسفو تہ سمجھڻ کان ٻاھر آھي، رسول خدا ۽ تقيو؟ خدا جي واسطي غور ڪريو. رسول پاڪ ﷺ ھر چند جو ڪافرن کان ايذاءِ سٺا ۽ تڪليفون برداشت ڪيون مگر اظھار حق ۽ اعلاءِ ڪلم توحيد کان ھڪ قدم پوئتي نہ ھٽا. اھو ئي سبب ھو جو تمام جلد اسلام جي اشاعت بلاد ڪفار ۾ ٿي وئي ۽ ڪفر ۽ ظلمت جي تاريڪي دور ٿي وئي جيڪڏھن رسول خدا تقيو ڪري ھا تہ اسلام ڪيئن ڦيلجي ھا؟

اعوان ۽ انصار جو عذر بہ فضول آھي جن سان نصرت الھي شامل حال رھي ٿي سي قلت ۽ ڪثرت اعوان جي پرواہ رکندا ئي نہ آھن، ساري خدائي ھڪ طرف فضل الھي ھڪ طرف، حضرت علي جي زماني ۾ تہ مسلمان ڪوٺائڻ وارا لکن جي انداز ۾ ھئا. رسول پاڪ وٽ ڪھڙي فوج ھئي جڏھن ابتدا ۾ ڪفارن جي سامھون توحيد الھي جو اعلان ٻيھي ڪيائون؟ ۽ وري امير عليہ السلام جھڙو بھادر جيئن جو نھج البلاغۃ ۾ لکيل آھي تہ ساري جھان جي مقابلي جي

طاقت رکندا هئا ۽ موت بہ سندن اختيار ۾ هو. پوءِ ان حالت ۾ کين تقيو ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟

حضرت علي جا اختيارات شيعن وٽ ايترا آهن جو آسمان زمين. جن ۽ فرشتا بلڪ سيني شين جو اختيار اٽن ۽ سڀ فرمان هيٺ آهن.

## مسئلو ﴿3﴾

## تقيہ جي ايجاد

جڏهن شيعہ مذهب جي ايجاد ڪندڙن هي ڏٺو تہ (جناب علي ڪرم الله وجهہ الڪريم) جي خطبن ۽ ائمہ اهلبيت جي قولن مان اصحاب ثلثہ جي خوب تعريف ۽ توصيف ملي سگهي ٿي ۽ پڻ جناب علي ڪرم الله وجهہ الڪريم سندن خلافت واري زماني ۾ ساڻن شير و شڪر ٿي گذاريو ۽ هر معاملي ۾ سندن مشير باتدبير ٿي رهيو ۽ سندن پٺيان نمازون پڙهندو ۽ سندن غنيمت جي مال مان بہ حصو وٺندو رهيو ۽ ماهانہ وظيفو، نقد ۽ جنس حاصل ڪندو رهيو. تڏهن ڪيئن يقين ٿي سگهندو تہ هو اصحاب ثلاثہ ڪان ناراض هو ۽ سندن خلافت کي ناجائز سمجهندو هو؟

ان جي جواب لاء شيعن تقيي جي مسئلي کي ايجاد ڪيو تہ هي سڀ ڪجھ جناب علي المرتضيٰ ڪرم الله وجھ الڪريم ۽ ائمہ اهلبيت جو تقيہ نفاق هو جو بيحد فضيلت رکي ٿو ۽ دين جي 10 حصن مان 9 حصا تقيي ۾ آهن ۽ تمام امامن بلڪ انبياء ڪرام عليهم السلام جو دين ۽ ايمان بہ تقيو ئي هو، هلو جند خلاص ٿي. جاهلن جي تسڪين خاطر لاء تقيي جي پوڙي ڪافي بڻجي وئي، ايتري قدر بہ چئي ڇڏيو اٿن تہ ائمہ اهلبيت فرمايو آهي تہ دين ۽ حق ظاهر ڪرڻ واسطي نہ آهي بلڪ ڇپائڻ لاءِ آهي (اصول ڪافي صفحہ 484) ۾ آهي تہ حضرت امام صادق عليہ السلام پنهنجي هڪ خاص شيعہ کي هن طرح فرمايو آهي: "يا سليمان انكم علي دين من كتمه اعزه الله من اذاعه اذله الله".

ترجمو: اي سليمان توهانجو (شيعن جو) اهڙو مذهب آهي جو جيڪو ان کي لڪائي خدا ان کي عزت ڏي ۽ جو ان کي ظاهر ڪري خدا ان کي خوار ذليل ڪري.

ان ڪتاب جي صفحہ 552 ۾ آهي "عن ابي عبدالله عليه السلام من اذاع علينا شيئا من امرنا كمن قتلنا عمدا ولم يقتلنا خ اء".ترجمو:

امام صادق عليہ السلام فرمايو هو جو شخص اسان جي مذهب مان ڪجهہ ظاهر ڪندو گويا ان اسان کي عمدا قتل ڪيو ۽ نہ خطاء.

ٻئي متين ڪتاب جي صفحہ 551 ۾ آهي تہ "من اذاع علينا حديثا سلبہ الله الايمان". ترجمو: امام صادق عليہ السلام فرمائي ٿو تہ جيڪو منهنجي حديث کي ظاهر ٿو ڪري خدا ان جو ايمان کسي ٿو وٺي.

هر هڪ عاقل ۽ بابصيرت سمجهي سگهي ٿو تہ اهي حديثون شيعہ يارن جون من گهڙت آهن. ورنہ ائمہ دين اهڙي طرح ڪيئن چوندا تہ حق جي اظهار سان ايمان هليو ٿو وڃي. ۽ مذهب ۽ دين جي اشاعت باعث قهر الاهي ۽ ان جو لڪائڻ سبب خوشنودي خدا آهي ۽ پڻ امامن جي حديث يا سندن مذهب ظاهر ڪرڻ آهي جهڙو ڪين عمدا قتل ڪرڻ.

ها البتہ هي سچ آهي تہ رافضين جو مذهب بيشڪ لائق ڇپائڻ جي آهي. ان جي اشاعت باعث فتنو ۽ فساد آهي مگر رافضين جو مذهب هرگز مذهب اهلبيت نہ ٿو ٿي سگهي. ڀلا جنهن مذهب ۾ امهات المومنين (ازواج رسول) کي گاريون ڏيڻ مٿن لعنت ۽ تبرا موڪلڻ جائز بلڪ داخل عبادت آهي اهو اهل حق جو مذهب ٿي سگهي ٿو؟.

مطلب تہ شيعہ مذهب ۾ حضرات ٻارنهن امامن جي مذهب کي بلڪل مشتبہ بڻايو ويو آهي خبر نٿي پوي تہ انهن جو مذهب ڇا هيو شيعہ مذهب جي حديث جا معتبر ۽ مستند ڪتاب "ڪافي ڪليني" جهڙا وڏا محدث هن ڳالهہ جو کلم کليو اظهار ڪن ٿا تہ ائمہ عليهم السلام پنهنجي خاص شيعن کي بہ پنهنجو مذهب نہ ڏسي ويا آهن، بلڪ هڪ هڪ مسئلي جو جواب هڪ ئي وقت ۾ ٽن قسمن جا مختلف ڏيندا هئا. جيڪڏهن راوي امامن سڳورن کان پڇندا هئا تہ اوهان پنهنجي خاص شيعن کي اهڙي مختلف جواب هڪ ئي وقت ۾ ڏئي پنهنجن جا نثارن شيعن ۾ اختلاف ۽ افتراق ٿا وجهو، تنهن تي جواب ڏيندا هئا تہ اهڙو نمونو ڪرڻ اسان جي خير ۽ درازي عمر ۽ بقا جو سبب آهي ۽ توهان جو خير بہ انهي ۾ آهي. اصول ڪافي صفحہ 37 بحث العقل باب جي عبارت هي آهي.

"عن زراره بن اعين عن ابي جعفر قال سأله عن مسئلة فاجا بني ثم جائه رجل و ساله عنها فاجابه بخلاف ما اجابني ثم جاء آخر فاجابه بخلاف ما اجابني و اجاب صاحبي فلما خرج الرجلان قلت يا ابن رسول رجلان من اهل العراق من شيعتكم قد يسئلان فاجبت كل واحد منهما بخلاف ما اجبت بصاحبه فقال يا زراره ان هذا خيرلنا وابقي لنا ولكم و اجتمعتم علي

امروا حد لصدقكم الناس علينا ولكان اقل لبقائنا وبقائكم ثم قال قلت لابي عبدالله شيعتكم لو حملتموهم علي الاسنة اوعلي النار لمضواهم يخرجون من عندكم مختلفين قال فاجابني بمثل جواب ابيه''.

هاڻي معلوم ڪرڻ گهرجي ته هڪ وقت هڪ سوال جي مختلف جوابن مان سچو جواب ضرور هڪ هوندو بيا ته صاف ڪوڙ هوندا. شيعن جا ڪتاب اهڙن روايتن سان ڀريل آهن پوءِ جيڪڏهن ڪٿي تسليم ڪجي ته ائمه اهلبيت اهڙيون ڪارروايون پنهنجي جانثارن شيعن سان به ڪندا هئا ۽ پنهنجو مذهب ڪنهن کي نه ڏسيندا هئا ۽ سچائي جا پابند نه هيا ته پوءِ انهن ائمه اهلبيت جي ڳالهين تي ڪيئن يقين ڪجي؟ سچي ڳالهه هي آهي ته دوستي جي پردي ۾ شيعه مذهب وارن حضرات ائمه اهلبيت تي افترا ٻڌي انهن تي خوب هٿ صاف ڪيا آهن.

وري ساڳي اصول ڪافي جي صفحه 37 ۾ منصور بن خادم کان امام جعفر صادق جي روايت آندي آهي جو منصور بن خادم امام صاحب کان پڇي ٿو ته ڪهڙو سبب آهي جو توهان مون کي مسئلي جو هڪڙي طرح جواب ڏيندا آهيو.

وري هيو ڪو اچي ساڳيو مسئلو پڇا ڪندو آهي تہ اوهان ان ڪي ساڳيو مسئلي جو جواب ٻي طرح ڏيندا آهيو تنهن تي امام جعفرصادق چيو تہ اسين ماڻهن کي وڌ گهٽ جواب ڏيندا آهيون عبارت هي آهي.

”عن مسعود بن خادم قال قلت لابي عبدالله مابالي اسئلک عن المسئلة فتجيبني فيها بالجواب ثم فتجيبه فيها بجواب آخر، فقال انا نجيب اناس بزيادة ونقصان“.

اهڙي طرح ابو بصير امام جعفر صادق کان روايت ڪئي آهي جا شيعہ حديث جي معتبر ڪتاب ”استبصار“ باب الصلاة ۾ بيان ٿيل آهي. علامہ شيخ مرتضي پنهنجي ڪتاب فرائض الاصول مطبوعہ ايران صفحہ 86 ۾ صاف لکيو آهي تہ امامن جي گهڻن اصحابن، امامن کان پڇو تہ اوهان جي اصحابن (روايت ڪندڙن) دين جي فروع ۽ اصول ۾ جو ايترو اختلاف ڪيو آهي تنهن تي امامن هڪ ئي جواب ڏنو تہ اهو گوڙ اسان پاڻ انهن جي حفاظت جي لاءِ وڌو آهي ۽ انهن راوين دين جي اصول ۽ فروع ڪي امامن کان يقين سان نہ ورتو آهي.

"ثم ما ذكره من تمكن اصحاب الائمة من اخذ الاصول والفروع بـ ريق اليقين دعوي ممنوعة واضحة المنع واقل ما يشهد عليها ما علم بالعين والاثر من اختلاف اصحابهم صلواة الله عليهم في الاصول والفروع ولذا شكي غير واحد من اصحابهم الائمة اليهم اختلاف اصحابهم فاجابو تارة بانهم قد القوا الاختلاف بينهم حفظا لدمائهم كما في روايت حريز و زرارة و ابى ايوب الجزار".

مطلب تہ اهي سارا ڪيل عبدالله بن سبا جا ايجاد ڪيل آهن ورنہ حضرات ائمہ اهلبيت رضي الله عنهم جو شان اهڙي ناپاڪ ڪاروائين کان بلڪل اعليٰ ۽ ارفع آهي، رڳو دوستي جي پردي ۾ دشمني جو اظهار ٿي رهيو آهي.

## ابیات

ائمہ کی عمریں تقیہ میں گذریں
کبھی حق کی بات ظاہر نہ کی ہے
ہر اک کو الگ مسئلہ تھے بتاتے
کہ یہ امر ہے باعث زندگی ہے
ائمہ پر بہتان ہیں یہ سراسر
کہ حق گوئی وصف نبی و ولی ہے
نہ بولیں کبھی جھوٹ گر جان جائے
کہ سچ بولنا کار ہر متقی ہے

## مسئلو ﴿4﴾

## شيعن جو عقيدو تہ نبين ۾ ڪفر جا اصول موجود هئا

جيئن تہ شيعن جي مستند ڪتاب اصول ڪافي صفحہ 517 ۾ لکيل آهي تہ ڪفر جا ٽي اصول آهن. حسد، تڪبر، حرص انهن ٽن مان ٻہ ڪفر جا اصول حضرت آدم ۾ ۽ هڪ شيطان ملعون ۾ ڏسو اصول ڪافي صفحہ 517 ۾.

"قال ابو عبدالله عليه السلام اصول الكفر ثلاثة الحرص والاستكبار والحسد، فاما الحرص فان آدم حين نهي من الشجرة حمله الحرص علي ان منها واما الاستكبار فابليس، حيث امر بالسجود لآدم فابي، والحسد فابنا آدم حيث قتل احدهما صاحبه".

انهي روايت ۾ حضرت آدم کي شيطان ملعون جو هم پلهه بڻايو ويو آهي، اهلسنت وارن کي معلوم هجي ته جڏهن شيعن جي ناپاڪ حملن کان ابو الانبياء حضرت آدم بہ نہ بچيو آهي تہ ٻيا صحابہ ڪرام ۽ اهلبيت عظام، ازواج النبيﷺ ڪيئن بچي سگهندا. شيطان ملعون ۾ تہ ڪفر جو هڪ اصل آهي. حضرت آدم ۾ ڪفر جا ٻہ اصول شيعا مڃيندا آهن، هڪ حرص جو بيان جيڪو مٿي گذري چڪو، ٻيو حسد جنهن جو بيان وري شيعن جي ڪتاب حياة القلوب جلد اول صفحہ 57 مطبوعہ باب ٽيون ۾ تہ حضرت آدم کي تہ الله تعاليٰ فرمايو تہ امامن ڏي حسد جي نظر نہ ڪر، مگر حضرت آدم امامن ڏي حسد جي نظر ڪئي ۽ خدا تعاليٰ جو ڏمر ٽيس، عبارت.

"پس نظر کرد بسوئے ایشان بدیده حسد پس باین نسبت ایشان را بخود نگذاشت ویاری وتوفیق خود از ایشان بر داشت۔

## مسئلو ﴿5﴾

# شيعہ مذهب موجب اسلام جي سيني فرضن مان ”ولايت“ جو فرض وڏيڪ آهي

ڏسو ”اصول ڪافي“ صفحہ 368 ”عن ابي جعفر عليه السلام بني السلام علي خمسة اشياء علي الصلاة والولاية قال زراره وايّ شي من ذلک افضل فقال الولاية افضل“.

مطلب تہ نماز، روزو، حج، زڪواة سڀ کان ”ولايت“ جو اقرار ضروري آهي مگر عجب آهي تہ قرآن پاڪ ۾ ان جي متعلق ڪوبہ صريح حڪم نہ آهي بين فرضن جي متعلق ذڪر قرآن شريف ۾موجود آهي، شايد شيعن جي ان قرآن ۾ ولايت جو فرض بيان ٿيل هوندو جيڪو امام غائب وٽ موجود آهي ۽ پنهنجي ظاهر ٿيڻ وقت اهو قرآن شريف ظاهر ڪندو.



## مسئلو ﴿6﴾

## حضرت علي رضي الله عنہ تي حملا

شيعہ مذهب ۾ اسان جي آقا حضرت علي ڪرم الله وجهہ الڪريم تي سخت ۾ سخت حملہ ٿيل آهن. شيعن جي هڪ اعليٰ پايہ جي ڪتاب احتجاج مطبوعہ ايران صفحہ 46 ۾ لکيل آهي تہ رسول خداﷺ جي وفات کان بعد حضرت علي حضرت سيده خاتون جنت کي گڏھ تي چاڙهي امام حسن حسين کي هٿ کان وٺي مديني ۾ سيني مهاجرن ۽ انصارن جي درن تي پنهنجي خلافت وٺڻ لاءِ وجي امداد طلب ڪيا ۽ مگر ڪنهن بہ مدد نہ ڪيس افسوس، ڇا دنيا طلبي لاءِ حضرت علي شير خدا پاڻ کي ۽ حضرت فاطمة الزهراء ۽ حضرات حسنين کي اهڙو ذليل و خوار ڪندو؟

اهو ڪتاب شيعن جي مدرسة الواعظين لکنئو جي نصاب تعليم ۾ داخل آهي ڪتاب احتجاج جي جنسي عبارت هي آهي: حمل علی فاطمة علي حمار و اخذ ابنيه الحسن و الحسين فلم يدع احدا من المهاجرين ولا من الانصار الا اتى فى منزله و ذكر حقه ودعاه الى نصرته.

مطلب تہ شيعا مذهب ۾ حضرت علي رضي الله عنہ تي سخت ناپاڪ ۽ مردود حملا ڪيا ويا آهن.

مثال طور مظلوميت جي بهاني سان هي الزام حضرت علي تي لڳائڻ ته سندس جگر گوشه سيده ام ڪلثوم حضرت امام حسن حسين جي سڳي ڀيڻ حضرت عمر زور سان ڦري ورتي ۽ حضرت علي صبر ڪيو. ڏسو فروع ڪافي جلد 2. باب تزويج ام ڪلثوم، صفحه (141).

"عن ابی عبدالله علیه السلام فی تزویج ام کلثوم فقال ان ذلک اول فرج غصبناه" ۽ جلاء العيون اردو صفحه (152) تي حضرت علي رضي الله عنه جي گلي ۾ رسو وجهي بيعت لاءِ وٺي ويا. حضرت سيده فاطمة الزهراء جو ٻار شهيد ٿيو ۽ سندس پاسيريون ڀڳيون تڏهن حضرت علي صبر ڪيو عبارت هي آهي: "پس اشقیاء امت گلوئی مبارک جناب امیر المومنین رسمان ڈالکر مسجد میں لے گئے اور بروایت دیگر جب دروازہ پر پہنچے اور جناب فاطمہ مانع ہوئیں اس وقت قنفذ اور بروایت دیگر عمر نے تازیانہ بازوئے جناب فاطمہ پر مارا کہ بازوئے جناب سیدہ کا شکستہ ہو گیا اور سوج گیا مگر پھر بھی فاطمہ نے امیر سے ہاتھ نہ اٹھایا اور ان اشقیاء کو گھر میں آنے سے منع کیا یہاں تک کہ دروازہ شکم جناب فاطمہ پر گرادیا اور پسلیوں کو شکستہ کیا اور اس فرزند کو جو شکم میں جناب فاطمہ کے تھے اور حضرت رسول نے اس کا نام رکھا تھا شہید کیا"۔

غور ڪريو ته دوستي جي پردي ۾ جيڪي ناپاڪ حملا حضرت علي رضي الله عنه تي ڪيا ويا آهن ڪو خارجي به اهڙا ناپاڪ حملا نه ڪندو ڇا هي اسان جي آقا حضرت علي رضي الله عنه جي غيرت تي حملو نه آهي؟ ڇا هي اسان جي آقا سيد المرسلين جي جگر گوشه فاطمة الزهراء رضي الله عنها جي کُلي توهين نه آهي؟.

## مسئلو ﴿7﴾

## شيعه مذهب ۾ حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها تي شرم سوز حملا ڪيا ويا آهن

مثال طور حضرت سيده جو پنهنجي والد حضرت محمد ﷺ کي حضرت علي جي نڪاح بابت ائين چوڻ ته منهنجو اوهان کي اختيار آهي پر قريشن جون زالون چونديون آهن ته علي جو پيٽ وڏو آهي. هڏ چگڪي طرح ڳنڍيل نه اٿس اگ مٿي ۾ وار نه اٿس اکيون وڏيون اٿس ۽ سُڃو منلس آهي وغيره وغيره ڇا سيد المرسلين جو جگر گوشه حضرت سيده فاطمة الزهراء جهڙو ڪنوارو بار اهڙا شرم سوز الفاظ چوندو؟.

هرگز نه ! ڇا اهڙا بهتان گهڙڻ حضرت فاطمة ۽ حضرت علي لاءِ ناپاڪ حملا نه آهن.؟

بهرحال عبارت پيش ڪرڻ ضروري آهي جيئن شيعن کي انڪار جي جرئت نہ ٿئي. ڏسو شيعن جي مجتهد علامہ باقر مجلسي جو مشهور ڪتاب جلاء العيون مترجم اردو صفحہ 130 جلد اول.

"پس جب ارادہ تزویج فاطمہ ہمراہ علی ہوا جناب فاطمہ سے پنہاں حضرت نے بیان کیا جناب فاطمہ نے کہا میرا آپکو اختیار ہے لیکن زنان قریش کہتی ہیں کہ علی بزرگ شکم ہیں اور بلند دست اور بندھائے استخوان گندہ ہیں آگے سر کے بال نہیں ہیں آنکھیں بڑی ہیں اور ہمیشہ خندہ دھان اور مفلس ہیں".

ڇا هڪ شرم مجسم خاتون اهڙا الفاظ چوندي؟

ڇا هي دوستي جي پردي ۾ شيعن جو اسان جي آقا سيد المرسلين ﷺ جي پاڪ اولاد تي حملو نہ آهي.؟

مطلب تہ جنهن شخص کي شيعہ مذهب جي اسلام سوز عقيدن ۽ تقيي جي حقيقت سندن ڪتاب مان معلوم ٿي ويندي اهو يقين سان چوندو تہ شيعن جي پيشوائن نهايت عقلمندي کان ڪم ورتو جو پنهنجي مذهب جي ڳالهين کي پوشيده رکيائون ۽ پنهنجي رازدار شيعن کي شيعہ مذهب لڪائڻ جو سخت تاڪيد ڪيائون نہ تہ هن وقت تائين شيعہ مذهب جو رهڻ مشڪل ٿئي ها هن وقت شيعہ مذهب جا ڪتاب ڇپجي ويا آهن جنهن ڪري گهٽيون ڳالهيون شيعہ

مذهب جي اندروني عقيدن جون طشت ازبام ٿي چڪيون آهن مگر شيعہ مذهب جا علماء هينئر بہ پنهنجي مذهب جا اندروني راز عام ماڻهن کان ڳجها رکندا آهن ۽ شيعہ مذهب جا ڪتب فروش قيمت سان بہ اهل سنت وارن کي پنهنجي مذهب جا ڪتاب نہ ڏيندا آهن اهو منهنجو ۽ منهنجي احبابن جو ذاتي تجربو آهي. تاهم ڪوشش ڪندڙن کي گهڻا ڪتاب حڪمت سان ٻين هنڌن تان دستياب ٿي سگهن ٿا.

## مسئلو ﴿8﴾

## شيعن تي خدا تعاليٰ جو غضب آهي

ڏسو اصول ڪافي صفحہ 159 تي: "عن ابي الحسن عليه السلام قال ان الله عضب علي الشيعة".

## مسئلو ﴿9﴾

## شيعن کي رافضي جو لقب خدا تعاليٰ جي طرفان مليل آهي

جيئن تہ فروع ڪافي جلد 3 صفحہ 16 ۾ امام جعفر صادق جو فرمان درج ٿيل آهي تہ توهان شيعن جو لقب "رافضي" ماڻهن نہ رکيو آهي بلڪ خدا تعاليٰ پاڻ رکيو آهي: "الرافضة قال قلت نعم قال لا و الله

ماهم وكم بل الله ماكم” يعني خدا تعاليٰ اوهان جو نالو رافضي رکيو آهي.

## مسئلو ﴿10﴾

## امام باقر کان اڳ شيعن کي حرام حلال ۽ پين فرض جي بہ خبر نہ هين

ڏسو اصول ڪافي صفحہ 369 تي: ”وكانت الشيعة قبل ان يكون ابو جعفر وهم لايعرفون مناسک حج‌هم وحلالهم وحرامهم“.

## مسئلو ﴿11﴾

## امامن کي حلال حرام ڪرڻ جو اختيار

شيعہ مذهب ۾ هي عقيدو ثابت آهي تہ امامن کي ڪنهن بہ شيءِ جي حرام حلال ڪرڻ جو اختيار آهي. ڏسو اصول ڪافي صفحہ 378 تي: ”فهم يحلون ما يشائون و يحرمون ما يشائون“.

## مسئلو ﴿12﴾

## پيءُ جي زال يا ٻانهي سان زنا ڪرڻ

ڪو ماڻهون جيڪڏهن پنهنجي پيءُ جي زال يا ٻانهي سان زنا ڪري تہ شيعہ مذهب ۾ اهي ٻئي سندس پيءُ تي حرام نہ آهن. ڏسو فروع

ڪافي جلد 2 صفحہ 176 تي.

''قال ابو جعفر صلواة الله عليه اِنْ زنا رجل بامراة ابيه او جارية ابيه قال ذلک لايحرمها علي زوجها ولا يحرم الجارية علي سيده''.

## مسئلو ﴿13﴾

## زال جي مقعد ۾ بد فعلي ڪرڻ

ڪو ماڻهون جيڪڏهن پنهنجي زال جي مقعد ۾ بدفعلي ڪري ته جائز آهي. ڏسو فروع ڪافي جلد 2 صفحہ 34 تي: ''قلت للرضا عليه السلام الرجل ياتي امرائته في دبرها قال ذلک له''.

۽ اهڙي طرح شيعن جي مستند ڪتاب حديث "استبصار" صفحہ 130 ۾ امام جعفر صادق کان روايت ڪيل آهي.

## مسئلو ﴿14﴾

## زال جي شرمگاھ کي چمي ڏيڻ

زال جي فرج کي چمي ڏيڻ جائز آهي. ڏسو فروع ڪافي جلد 2 صفحہ 214 تي: "عَن علي بن جعفر قال سئلت ابالحسن عن الرجل يقبل فرج امرائته قال لاباس".

## مسئلو ﴿15﴾

## مقعد ۾ جماع سان غسل واجب نہ ٿيندو

جيڪڏهن ڪو مرد پنهنجي زال کي مقعد ۾ جماع ڪري ۽ انزال نہ ٿيس تہ ٻنهين تي غسل واجب نہ آهي ۽ جيڪڏهن انزال ٿيس تہ مرد تي غسل واجب آهي عورت تي غسل نہ آهي.

ڏسو فروع ڪافي جلد 1 صفحہ 25 تي: ”عن ابي عبدالله عليه السلام قال اذا تي الرجل امرائته في دبرها فلم ينزل فلا غسل عليهما وان انزل فعليه الغسل ولا غسل عليها“.

## مسئلو ﴿16﴾

## اوڌر تي فرج ڏيڻ

ٻئي ماڻهون کي اڌارو فرج ڏيڻ بہ درست آهي. ڏسو شيعن جو مستند ڪتاب حديث”استبصار“ جلد 2 صفحہ 75: ”سئلت ابا عبدالله عليه السلام عن عارية الفرج قال لا باس به“.

## مسئلو ﴿17﴾

## نماز ۾ اُگھاڙو ٿيڻ

شيعن جي ڪتاب ”جامع عباسي“ فارسي جلد اول صفحہ 33 ۾ لکيل آهي تہ مرد تي فقط نماز جي حالت آلہ ۽ خصين ۽ مقعد جو

ڏڪڻ واجب آهي.

## مسئلو ﴿18﴾

## ڀوتيون حلال رهو حرام

گوشت جي رڌل ديڳ ۾ جيڪڏهن ڪئو ڪري ته شوربو يا رس هاري ڇڏجي ۽ ڀوتيون ڌوئي کائي ڇڏجن. ڏسو فروع ڪافي جلد 3 صفحه 105 تي: ” قدر طبخت فاذا فيه فارة يهراق مرقا ويوكل لحمها بعد ان يغسل“.

نوٽ: ڀوتيون حلال ۽ رهو حرام شيعه مذهب ۾ ڏٺوسون.

## مسئلو ﴿19﴾

## سني ميت لاءِ بد دعا

جيڪڏهن ميت سني هجي ته ان جي جنازي ۾ بد دعا پڙهڻ گهرجي ۽ اها دعا هيٺ نقل ڪجي ٿي جنهن جي معنيٰ هي آهي ته اي الله انهي ٻانهي (ميت) کي پنهنجي ملڪن ۽ پنهنجي ٻانهن ۾ ذليل ۽ خوار ڪر، اي الله انهيءَ کي دوزخ ۾ ساڙ، اي الله انهيءَ کي سخت عذاب ڏي. ڏسو ڪتاب تحفة العوام مطبوعه قديم صفحه 138 : ”اللّٰهم اخز عبدک في عبادک وبلادک اللّٰهم اصله حرنارک اللّٰهم اذقه اشد عذابک“.

مطبع قديم ۾ صاف لکيل آهي ته "اگر میت سنی یا خلاف مذہب ہو مگر تازہ مطبوعہ نولکشور پریس لکھنو ۾ اها عبارت صفحه 216 ۾ ائين لکيل آهي ته "اگر میت شیعہ نہ ہو" الخ.

## مسئلو ﴿20﴾

## امامَ رانَ مان پيدا ٿيندا آهن

شيعن جو عقيدو آهي ته امام ران مان پيدا ٿيندا آهن. حالانڪ شيعن کان سواءِ ڪوبہ دنيا ۾ اهڙين ڳالهين جو معتقد نہ هوندو مگر شيعن جي مستند ڪتاب حق اليقين اردو صفحہ 412 ۾ لکيل آهي ته "دوسری روایت کے مطابق حضرت نے فرمایا کہ ہم اوصیاء انبیاء کا حمل پیٹ میں نہیں رہتا بلکہ ماں کے "ران" سے نکلتے ہیں کیونکہ ہم خدا کے نور ہیں اور خدا نے چرک و نجاست کو ہم سے دور کیا ہے".

شيعن جو اهو عقيدو عقل جي برخلاف آهي تيئن قرآن شريف جي برخلاف آهي ''هُوَ الَّذِیْ يُصَوِّرُكُمْ فِي الْأَرْحَامِ كَيْفَ يَشَاءُ'' مگر شيعہ تہ قرآن شريف کي بياض عثماني ۽ محرف شده ڪتاب ڄاڻندا آهن پوءِ ان تي ايمان ڪيئن ٿيندو.

## مسئلو ﴿21﴾

## حضرت علي کي گاريون ڏيڻ

شيعہ مذهب جو عقيدو آهي تہ وقت مهل حضرت علي رضي الله عنہ کي بہ گاريون ڏيڻ جائز آهن.

ڏسو اصول ڪافي صفحہ 484. "ان عليا عليه السلام قال علي منبر الكوفة ايها الناس ستدعون الي سبي فسبوني".

## مسئلو ﴿22﴾

## اهلبيت جي اولاد تي تبرو ڪرڻ

شيعہ مذهب جو هي بہ مکيہ عقيدو آهي انهن اهل بيتن دوازده امامن جي اولاد تي تبرا ڪرڻ واجب آهي جن امامت جي ڪوڙي دعويٰ ڪئي.

ڏسو باقر مجلسي جي ڪتاب حق اليقين اردو صفحہ 636.

"ثلاثہ دشمنان اہل بیت اور معاویہ ویزید ودیگر مخالفین اہل بیت سے بیزاری واجب ہے کیونکہ انہوں نے خلافت کا جھوٹا دعوا کیا ہے۔ بلکہ "خلفاء" اسماعلیہ اور زیدیہ سے بیزاری واجب ہے کیونکہ انہوں نے امامت کا جھوٹا دعوا کیا".

نوٽ: خلفاء اسماعليہ حضرت امام جعفر جي اولاد آهي ۽ خلفاء زيديہ حضرت زيد بن امام زين العابدين جي اولاد آهي. ڇا اهليبت جي محبت انهي کي چئبو آهي جو ڪن کي پنهنجو پيشوا ڪري مڃجي ۽ ٻين اهلبيتن تي تبرا ڪجن؟.

وڏيڪ تبرا ڪرڻ وارو بحث ڏسو احتجاج طبرسي صفحہ 257 مطبوعہ ايران مدرسہ الواعظين لکنهوجي نصاب ۾ داخل آهي.

## مسئلو ﴿23﴾

## امام زين العابدين يزيدجي بيعت ڪئي

شيعن جي معتبر ڪتابن ۾ صاف لکيل آهي تہ امام زين العابدين يزيد مردود جي بيعت ڪئي آهي.

ڏسو فروع ڪافي جلد 3 روضہ صفحہ (110): ” فقال له علي ابن الحسين عليهما السلام قد اقررت لک بما سئلت انا عبد مکره لک فان شئت فامسک وان شئت فبع فقال له يزيد لعنت الله اولي لک حفظت دمک ولم ينقصک ذلک من شرفک“.

# مسئلو ﴿24﴾

## ڪجھ نماز پڙهن تہ ٻين تان معاف

شيعن مان جيڪڏهن ڪن نماز، روزو ۽ زڪواة ادا ڪيو تہ باقي ٻين سيني تان لهي پوندو.

ڏسو ڪتاب اصول ڪافي صفحہ (585): ”عن ابي عبدالله عليه السلام قال ان الله ليدفع بمن يصلي من لا يصلي من شيعتنا ولوا جمعوا علي ترک الصلواة لهلكوا وان الله ليدفع بمن يزكي عمن لا يزكي من شيعتنا ولوا جمعوا علي ترک الزكواة لهلكوا وان الله ليدفع بمن يحج من شيعتنا عمن لا يحج ولوا جمعوا علي ترک الحج لهلكوا وهو قول الله ولوا دفع الله الناس بعضهم ببعض لفسدت الارض ولكن الله ذو الفضل علي العالمين فوالله مانزلت الا فيكم ولا عني بها غيركم“.

هاڻي شيعہ مذهب وارن کي ڪهڙي ضرورت آهي جو سڀ شيعہ نماز، روزو، حج، زڪواة جي تڪليف ڪندا وتن. شيعہ مذهب ۾ هڪ متعہ ئي اهڙو فعل آهي جنهن جي ڪرڻ سان حسين ۽ علي عليهم السلام پاڪ نبي جي درجہ کي پهچي ٿو.

مسئلو: متعہ جي معنيٰ آهي ٿوري مقرر وقت لاءِ بيگاني عورت ڪان نفع وٺڻ.

شيعه مذهب ۾ متعو ڪرڻ وڏو ثواب آهي. جيڪڏهن ڪو شخص هڪ دفعو متعو ڪندو آهي ته امام حسين جو درجو لهندو جيڪڏهن ٻه دفعه ڪندو ته امام حسن جو درجو ۽ ٽي دفعا ڪندو ته حضرت علي جو مرتبو ۽ جيڪڏهن چار دفعه متعو ڪندو ته حضور سرور عالم ﷺ جيترو درجو پائيندو.

ڏسو شيعن جو معتبر تفسير منهاج الصادقين ص (356) ۽ ڪتاب برهان المتعه مؤلفه والد علي حائري لاهوري صفحه (56): '' قال النبي ﷺ من تمتع مرة درجته كدرجة الحسين ومن تمتع مرتين درجته كدرجة الحسن ومن تمتع ثلاث مرات درجته كدرجة علي ومن تمتع اربع مرات درجته كدرجتي''.

شيعه مذهب وارا ٻين عبادتن کي ڇڏي فقط انهي متعي واري عبادت جي ذريعي ڇئن ٻيرن سان حضرات حسين ۽ حضرت علي جي درجي کان لنگهي رسول الله ﷺ جي اعلي درجه کي پهچي ويندا آهن، نعوذ بالله تعالیٰ من هذه العقائد الخبثيه.

اهل سنت مسلمانو! غور ڪيو ته انهي عقيدي ۾ شيعن جو ڪيڏو نه ناپاڪ حملو آهي ٻا امامن ۽ حضرت رسول الله ﷺ جو اهو درجو آهي جو متعي ڪرڻ سان اهو درجو ملي وڃي؟

مطلب تہ آرين جي نيوگ وانگر شيعہ مذهب وارن بہ پنهنجي مذهب جي ترقي انهي ۾ لڌي آهي.

## مسئلو ﴿25﴾

## تڙ جي پاڻي مان ملائڪن جو پيدا ٿيڻ

جيڪڏهن ڪو متعو ڪندڙ شخص جنب لاهڻ لاءِ غسل ڪندو تہ انهن جي هڪ هڪ قطري مان ستر ستر فرشتا پيدا ٿيندا ۽ ان لاءِ قيامت تائين خدا کان بخشش گهرندا.

ڏسو ڪتاب "برهان المتعہ" مئولفہ سيد ابوالقاسم والد سيد علي حائري صاحب لاهوري مطبوعہ نيو امپيريل پريس لاهور صفحہ (50) اهو ڪتاب هاڻي شيعن جو مجتهد علي حائري خوف کان نہ ڏيندو آهي انهي ڪتاب جي روايت هي آهي: ”قال ابو عبدالله عليه السلام مامن رجل تمتع ثم اغتسل الا خلق الله من كل قـ ـرة تقـ ـر منه ملكا ليستغفرون له الي يوم القيامة“.

## مسئلو ﴿26﴾

## زنا کي جائز ڪرڻ

شيعہ مذهب ۾ زنا کي هڪ ڍنگ سان صاف جائز ڪيو ويو آهي اول تہ "متعہ" جو جاري رکڻ ئي زنا کان گهٽ نہ هو مگر سڌي طرح زنا کي بہ جائز ڪيو ويو ۽ عورت ۽ مرد جو تنها راضي ٿي وڃڻ ڪافي آهي، نہ شاهدن جي ئي ضرورت آهي. عجب تہ هي جو اهڙي "زنا" جي جواز جي نسبت حضرت مولي علي ڏي ڪندا آهن.

شيعن جي معتبر ڪتاب فروع ڪافي جلد 2 صفحہ (198) ۾ امام جعفر صادق کان روايت آهي تہ حضرت عمر ڏي هڪ عورت آئي ۽ چيائين تہ مون کي زنا جي حد هڻي پاڪ ڪر حضرت عمر حد هڻڻ جو حڪم ڪيو حضرت علي پڇو تہ ڪيئن زنا ڪئي اٿئي چيائين تہ مون کي سخت اڃ لڳي هئي جو هڪڙي بدوي کان پاڻي گهريم تہ چيائين انهي شرط سان پاڻي ڏيندس جو تون پنهنجي نفس تي مون کي قادر ڪرين مون پنهنجي جان جي خوف کان ان کي پنهنجي نفس تي زنا لاءِ قادر ڪيم جو پوءِ ان مون کي پاڻي ڏنو انهي واقعي ٻڌڻ کان پوءِ حضرت علي فرمايو تہ مون کي قسم آهي الله جو تہ اهو نڪاح آهي زنا نہ آهي.

هاڻي غور ڪرڻ گهرجي تہ جيڪڏهن حضرت علي کي ان عورت جو ڇڏائڻ منظور هيو تہ ايئن فرمائن ها جو ساهہ جي خوف کان زنا جهڙو بڇڙو فعل ڪيو اٿس مگر صريح زنا کي قسم کٽي نڪاح چوڻ شيعہ مذهب موجب زنا جو دروازو کولڻ آهي. جيڪڏهن "عورت مرد پاڻهي راضي ٿي ويا بس نڪاح ٿي ويو" شاهدن جي ضرورت نہ رهي تہ بازاري عورتون بہ ايئن مردن سان راضي ٿي ويندیون آهن جي ان کي پاڻي جي ضرورت جو بهانو هيو تہ رنڊين کي رپين جي ضرورت جو بهانو آهي.

اسان اهل سنت وارن جو يقين آهي تہ انهن روايتن ۾ صاف طرح اسان جي آقا حضرت علي رضي الله عنہ تي بهتان شيعن مڙهيا آهن خاص پنهنجي مذهب جي رواج ڏيڻ لاءِ.

ڪتاب فروع ڪافي جلد دوم صفحہ (198) جي عبارت هي آهي:

"عن ابي عبدالله عليه السلام قال جائت امراة الي عمر فقالت اني زنيت فـ هرني فامرها ان ترجم فاخر بذلک امير المومنين صلوات الله عليه فقال کيف زنيت فقالت مررت بالبادية فاصابنی ع ش شديد فاستقيت اعرابيا فابيٰ ان يستقيني الا ان امکنه من نفسي فلما اجهدني الع ش وخفت علي

نفسي سقاني فامكنته فقال امير المومنين عليه السلام هذا تزويج ورب الكعبه‘‘.

## ابیات

عجب مسئلہ ہے روافض کا متعہ
وہ کہتے ہیں اس میں فضیلت بڑی ہے
کرے مرد یا زن جو اک بار ”متعہ“
تو جنت کی راہ اس میں سیدھی کھلی ہے
ملے ایک متعے سے درجہ حسینی
دوبارہ فضیلت حسن کی ملی ہے
جو سہ بار متعہ کرے وہ علی ہے
کرے چار پورے تو خاصا نبی ہے
کریں مرد زن جبکہ غسل جنابت
فرشتے ہوں ستر جو بوند اک گری ہے
قیامت تلک کرتے تسبیح ہیں وہ
ثواب اہل متعہ کو ملتا سبھی ہے
نہ کچھ فرق متعہ میں ہے اور زنا میں
زنا کو بھی متعہ سے تعبیر دی ہے
گواہ کی ضرورت نہ خطبہ کی حاجت

فقط مٹھی بھر غلہ ہی مکتفی ہے
کرے مرد ستر سے اک دن میں متعہ
مجاز اس کی بیشک زن رافضی ہے

## مسئلو ﴿27﴾

## ڏهن پندرنهن جو هڪ عورت سان متعو ڪرڻ

شيعہ مذهب جي ڪتابن ۾ هي بہ ثابت آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن زال جو حيض بند ٿيل هجي تہ ان سان ڏهہ پندرهن ماڻهون گڏجي هڪ وقت متعہ ڪي سگهن ٿا جيئن تہ قاضي نور الله شوستري پنهنجي ڪتاب مصائب النواصب ۾ لکي ٿو تہ: ''واما تاسعا فلان مانسبه الي اصحابنا من انهم جوزوا لمن يمتع الرجال المتعددون ليلا واحدا من امراة سواءِ كانت من ذوات الاقراء ام لافمما خان في بعض قيوده وذلک لان الاصحاب قد خصوا ذلک بالآئسة لا بغيرها من ذوات الاقراع''.

هي مسئلو تہ آرين جي نيوگ کان بہ بدتر آهي. شيعن جو ٽولو جنهن صورت ۾ قرآن جو ئي منڪر آهي تہ ان ۾ ضرور اهڙا بيهوده عقيدا متعي جهڙا نہ هوندا تہ ٻيو ڇا هوندو.

## مسئلو ﴿28﴾

## ڪٽڪ جي مٽ تي متعو

شيعن وٽ هي به ثابت آهي ته متعي جي عيوض زال کي ڪٽڪ يا اٽو يا ستون جي هڪ مٽ ڏيڻ به ڪافي آهي.

ڏسو فروع ڪافي جلد 2 ص (194): ”عن ابي بصير قال سئلت ابا عبدالله عليه السلام عن ادني مهر المتعه ماهو قال کف من طعام، دقيق، او سويق، او تمر“.

مطلب ته متعه آرين جي نيوگ کان به بدتر آهي ۽ شيعه مذهب جي متعي کي ڏسي لا مذهب هي ورد ڪندا آهن.

منظور ہے کہ سیم تنوں کا وصال ہو

مذہب وہ چاہیے کہ زنا بھی حلال ہو

## مسئلو ﴿29﴾

## هڪ عورت سان هر هر متعو ڪرڻ

هي به شيعن وٽ جائز آهي ته هڪ زال سان ڀيري ڀيري متعه ڪرڻ جائز آهي. ڏسو فروع ڪافي: ”عن زرارة عن ابي جعفر عليه السلام قال قلت له جعلت فداک الرجال تزوج المتعة وينقضي شرطها ثم يتزوجها

رجل آخر حتي بانت منه ثم يتزوجها الاول حتي بانت منه ثلاثة وتزوجت ثلاثة ازواج يحل للاول ان يتزوجها قال نعم. كم شآء ليس هذه مثل الحرة هذه مستاجرة وهي بمنزلة الاماء. انتهي بلفظ''.

## مسئلو ﴿30﴾

## گهڻين عورتن سان متعو ڪرڻ

شيعہ مذهب ۾ هي بہ ثابت آهي تہ جيترين عورتن سان تي سگهي متعو ڪرڻ جائز آهي.

ڏسو فروع ڪافي جلد 3 صفحہ (191): ''عن ابي بصير قال سئل ابو عبدالله عليه السلام عن المتعة اَ هِيَ من الاربع قال لاولا من السبعين''

وري بہ روايت ۾ آهي ''عن زرارة بن اعين قال ما تحل من المتعة قال كم شئت''.

مطلب تہ متعي ڪرڻ ۾ بہ بازاري رنڍي جي زنا جهڙا سڀ شرط ڪتابن ۾ موجود آهن. متعو ڪرائيندڙ عورت کي ورثو نہ ملندو ۽ ڪاڌي پيتي جو خرچ بہ مرد جي ذمي نہ آهي ۽ متعي ۾ طلاق جي ضرورت نہ آهي. ڏسو ڪتاب جامع عباسي صفحہ (315) جلد 2 ۾ ۽ متعي ۾ شاهدن جي بہ ضرورت نہ آهي، ڏسو ڪتاب جامع عباسي جلد 2 صفحہ (136) مطلب تہ زنا ۽ متعي ۾ فرق نہ آهي.

## مسئلو ﴿31﴾

# امامن کي روح قبض ڪرڻ جو اختيار

شيعہ مذهب جو هي بہ عقيدو آهي تہ امامن کي روحن جي قبض ڪرڻ جو اختيار آهي. ڏسو ڪتاب حق اليقين اردو ص (496) ۾ حديث جو بيان ٿيل آهي: "حدیث میں ارشارہ ہے کہ آنحضرت ﷺ بھی تمام ائمہ طاہرین کے ساتھ بعض روحوں کو قبض کرتے ہیں یا تمام روحوں کے قبض کرنے میں بحکم خدا دخل رکھتے ہیں مگر تقیہ کے سبب منافقوں سے یا ان یاران سے جن کے عقل ضعیف ہے اس کی تصریح نہیں کی ہے۔ جیسا کہ خطبہ غیر مشہورہ میں فرمایا کہ میں بحکم خدا زندہ کرنے والا اور مارنے والا ہوں".

## مسئلو ﴿32﴾

# مرڻ ۽ جيئڻ امامن جي پنهنجي وس

شيعہ مذهب جو هي بہ خاص عقيدو آهي تہ مرڻ ۽ جيئڻ امامن کي پنهنجي وس ۾ آهي. ڏسو شيعن جي حديث معتبر ڪتاب "اصول ڪافي" مطبوعہ نولڪشور صفحہ (158) ۾ هڪ خلاصو باب بيان ٿيل آهي جنهن جو عنوان هنن الفاظن ۾ بيان ٿيل آهي تہ: "باب ان الائمه عليهم السلام يعلمون متي يموتون وانهم لايموتون الاباختيار عنهم".

## مسئلو ﴿33﴾

# پارنهن امامن کي پنهنجي مرڻ جون تاريخون بہ خبر

شيعن جو هي بہ عقيدو آهي تہ دوازده امامن کي پنهنجي مرڻ جون تاريخون بہ معلوم آهن. ڏسو "اصول کافي" مطبوعہ نولکشور ص (158) باب جو عنوان مٿي بيان ٿي چڪو آهي.

## مسئلو ﴿34﴾

# ٻارنهن امام الله تعاليٰ جي زبان ۽ اکيون آهن

شيعہ مذهب ۾ هي بہ ثابت آهي تہ دوازده امام خدا تعاليٰ جي زبان ۽ منهن ۽ اکيون آهن. ڏسو اصول کافي صفحہ (74): ''عن اسود بن سعيد قال كنت عند ابي جعفر فانشاء يقول ابتداء منه من غير ان اسئله نحن حجة الله ونحن باب الله ونحن لسان الله ونحن وجه الله ونحن عين الله في خلقه ونحن ولاة امر الله في عباده''.

## مسئلو ﴿35﴾

# حضرت علي رضي الله عنہ رسول الله ﷺ سان برابر آهي

شيعہ مذهب ۾ هي بہ ثابت آهي تہ حضرت علي رضي الله عنہ رسول الله ﷺ سان فضيلت ۾ برابر آهي ۽ ايمان بہ وڌ آهي ۽ علم مغيبات

خمسہ ۾ حضرت علي سڀ نبين کان بہ وڌيل آهي. حالانڪ دنياءِ اسلام جو متفق عقيدو آهي تہ آنحضرت ﷺ ساري مخلوقات کان افضل آهن، مگر شيعہ ڪتابن ۾ حضرت علي رضي الله عنہ کي سيد الانبياء کان بہ فضيلت ۾ وڌايو ويو آهي. ڏسو اصول ڪافي ص (118): ”قال ابو عبدالله عليه السلام يا سليمان ما جاءَ من اميرالمومنين يوخذبه وما ينهي عنه ينتهي عنه جري له من فضل ما جري لرسول الله“.

ءُ ساڳي صفحہ ۾ تصريح هنن الفاظن ۾ موجود آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ ڳالهين ۾ حضرت علي رضي الله عنہ سيني نبين کان فضيلت ۾ وڌ آهي.

” قال امير المومنين انا قسيم الله بين الجنة والنار وانا الفاروق الاكبر وانا صاحب العصاء و الميسر ولقد اقرت لي جميع الملائكة والروح به مثل ما اقرت مد ولقد حملت علي مثل حمولة رسول الله ﷺ وهي حمولة الرب وان محمّد يدعي ويكسي ويستن ق وادعي واكسي واستن ق فان ق علي حد من قه ولقد اع يت خصا لالم يع هن احد قبلي علمت علم المنايا والبلايا والانساب وفصل الخ اب فلم يفتني ما سبقني ولم يعزب عني ما غاب عن البشر باذن الله و اؤدي عن الله كل ذلک مکنني الله فيه باذنه“.

## مسئلو ﴿36﴾

# ساري جهان جون شيون حضرت علي جي تابع

شيعن جو هي به اعتقاد آهي ته آسمان ۽ زمين ۾ ساري جهان جون شيون حضرت علي رضي الله عنه جي تابع آهن. ڏسو شيعن جي علامه باقر مجلسي جو مشهور ڪتاب حق اليقين اردو (436) تي:

"میں صاحب عصا و میسم ہوں میں وہ ہوں کہ خدا نے ابرون ورعدون اور برق کو اور تاریکی روشنائی اور ہوا اور پہاڑ اور دریائوں اور ستاروں اور آفتاب وماہتاب کو میرا مسخر کیا ہے میں اس امت کا ہادی ہوں".

خبر نه آهي شيعن جو عقل اهڙن روايتن کي تسليم ڪرڻ مهل ڪيڏانهن گم ٿي ويندو آهي. هڪ طرف زمين آسمان جي اختيارات جا قائل آهن ته ٻي طرف وري ساڳيا شيعه ڏاڙ ڏاڙ ڪندا آهن ته حضرت علي رضي الله عنه جي خلافت کسجي وئي سندس جگر گوشه سيده ام ڪلثوم رضي الله عنها حضرت عمر رضي الله عنه زور سان ڦري ويو ۽ سيده فاطمة الزهراء جو ٻارپيٽ ۾ شهيد ڪيو ويو، سندس پاسيريون ڀڃائون، حضرت علي رضي الله عنه کي ڳلي ۾ رسو وجهي زور سان بيعت ورتائون، حضرت فاطمة الزهراء رضي الله عنها ۽ حضرت حسنين کي وٺي مدينه ۾ در در تي

رلايو مگر ڪنهن بہ مدد نہ ڪئي. ڏسو جلاء العيون صفحہ (152) ڇا عقل باور ڪندو آهي جو حضرت علي جهڙو شير خدا اهڙن اختيارن هوندي پاڻ کي ذليل ڪندو. ؟ هرگز نہ!

## مسئلو ﴿37﴾

## اوگهڙ کي چونو لڳائي اگهاڙو ٿيڻ

شيعن وٽ هي بہ ثابت آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي آلت کي چونو لائي اگهاڙو ٿي بيهي تہ ان کي اگهاڙو نہ چئبو ۽ امام باقر عليہ السلام پاڻ آلت کي چونو لائي اگهاڙو ٿي بيهندو هو (نعوذ بالله تعاليٰ شيعہ دوستي جي آڙ ۾ امامن تي ڪيڏو نہ ناپاڪ حملو ڪندا آهن) بهرحال جنسي عبارت فروع ڪافي جلد 2 صفحہ (61) مان نقل ڪجي ٿي: ”وان جعفر عليه السلام کان يقول مَنْ کان يؤمن بالله واليوم الآخر فلا يدخل الحمام الا به ميزار قال فدخل ذات يوم الحمام فتنور فلما ان اطبقت النورة علي بدنه القي الميزر فقال له مولى له بابي انت و امي انک لتوصينا بالميزر ولزومه وقد القيته عن نفسک قال کان ما علمت ان النورة اطبقت العورة“.

## مسئلو ﴿38﴾

## اگهڙ ڍڪڻ لاءِ رڳو ذَڪَرُ ڍڪڻ

شيعن وٽ هي ٿو ثابت آهي تہ اُگهڙ ڍڪڻ لاءِ فقط آلت کي هٿ سان ڍڪڻ گهرجي ۽ مقعد ٻنيڙن سان ڍڪيل آهي. ڏسو فروع ڪافي جلد 2، حصو 2، صفحہ (60) تي:”عن ابي الحسن الماضي قال العورة عورتان القبل والد برفاما الدبر فمستور بالِيتين فاذا باسترت القضيت والبيضتين فقد سترت العورة وقال في رواية اخري فاما الدبر فقد سترته الاليتان واما القبل فاستره بيدک“.

## مسئلو ﴿39﴾

## حيض نفاس واري ٻلي قرآن پڙهي

شيعہ مذهب موجب جنبي ۽ حيض ۽ نفاس واري عورت کي قرآن پڙهڻ جائز آهي. ڏسو فروع ڪافي جلد 1 صفحہ (51) تي: ”عن ابي عبدالله عليه السلام قال تقرأ الحائض القرآن والنفساء والجنب ايضا“.

## مسئلو ﴿40﴾

## غير مسلم عورت جي اگهڙ ڏسڻ جائز

شيعن وٽ ثابت آهي ته غير مسلم عورتن جي اُگهڙ ڏسڻ جائز آهي. ڏسو فروع ڪافي جلد 2 صفحه (61) تي: ''عن ابي عبدالله عليه السلام قال النظر الي عورة من ليس به مسلم مثل نظرک الي الحمار''.

نوٽ: فروع ڪافي جلد 2 حصه جدا جدا آهن هر هڪ حصي جا صفحا به جدا جدا لڳل آهن.

ناظرين ڪي ڪتاب جي حوالن ڏسڻ وقت اها ڳالهه ياد رکڻ کپي ۽ فروع ڪافي جلد 3 به به حصا آهي ٻي حصي جو نالو "روضه ڪافي" آهي ۽ مٿي جيڪي حواله اصول ڪافي جا ڏنا ويا آهن اهو اصول ڪافي مطبع نولڪشور لکنهو جو ڇهريون ڇاپو آهي. هينئر 1925ع ۽ 1926ع کان وٺي ٻيهر ڇپجي رهيو آهي.

هي نوٽ انهي ڪري لکيو ويو آهي جو حوالن جي ڳولهڻ ۾ تڪليف نه ٿئي. مٿي جيڪي به حواله شيعن جي ڪتابن جا ڏنا ويا آهن اسين هر هڪ لفظ لاءِ ذمه وار آهيون ڪنهن به شيعي يا سني کي تسلي ڪرڻي هجي ته بلاشڪ اسين ڪتاب ڏيکارڻ لاءِ تيار آهيون.

## مسئلو ﴿41﴾

## ڏاڙهي کوڙائڻ ۽ مڇون وڏيون رکڻ

شيعہ مذهب موجب هي ڳالهہ بہ ثابت آهي تہ ڏاڙهي کوڙائڻ ۽ مڇون ڊگهيون رکائڻ مروان پليد جي لشڪر جي نشاني آهي. ڏسو اصول ڪافي صفحہ 217 تي:''يا امير المؤمنين وما جند مروان قال فقال له اقوام حلقوا اللحي وفتلوا الشوارب''.

۽ فروع ڪافي جلد 3 صفحہ (53) ۾ آهي تہ مڇون وڌائڻ سنت آهي: ''عن علي ابن جعفر عن اخيه ابي الحسن عليه السلام قال سئلته عن قص الشوارب امن السنته قال نعم''.

اهڙي طرح صفحہ (53) فروع جلد 2 ۾ هڪ ٻي روايت بہ آهي جنهن ۾ امام جعفر صادق کان روايت آهي تہ شيطان ڊگهين مُڇن مان تنبو ٻڌائيندو آهي.هاڻي جيڪي شيعہ مڇون ڊگهيون رکائي پاڻ کي علي جا تابعدار ثابت ڪندا آهن انهن کي ذرا شرم اچڻ گهرجي جو پنهنجي ڪتابن ۾ منع لکيل اٿن.

## مسئلو ﴿42﴾

## پاخاني سان ڀريل ماني جو ٽُڪر کائڻ

شيعن وٽ پاخاني ۾ ڀريل ماني جو ٽڪر کائڻ بهشتي هجڻ جو دليل آهي. امام باقر عليہ السلام اهڙي ماني کائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي مگر ٻانهون اڳ ۾ ئي کائي ويو (نعوذ بالله تعاليٰ خدا غارت ڪري اهڙن شيعن کي جو امامن سڳورن تي خبيث ترين بهتان مڙهي ويا آهن خارجي مردود بہ ايئن نہ ڪندا آهن). ڏسو شيعن جي معتبر ڪتاب "من لايحضره الفقيہ" جلد اول صفحي (10) تي: "دخل ابو جعفر الباقر الخلاء فوجد لقمته خبز في القذر فاخذها وغسلها ودفعها الي مملوک کان معه فقال تکون معک لاکلها اذا اخرجت فلما خرج قال للملوک اين اللقمته قال اکلتها يا ابن رسول الله ﷺ فقط انها ما استقرت في جوف احد الا وجبت له الجنة فاذهب وانت حرفاني اکره ان استخدم من اهل الجنة".

## مسئلو ﴿43﴾

## سوئر جا وار ۽ چمڙو پاڪ

سوئر جا وار ۽ چمڙو پشم وغيره پاڪ آهي ۽ انهن مان رسو ٺاهي کوهہ مان پاڻي ڪڍڻ ۽ اُن پاڻي مان پيئڻ ۽ وضو ڪرڻ بہ جائز آهي. جيئن تہ ڪتاب فروع ڪافي جلد اول صفحہ (4) ۾ آهي: ''عن زرارة عن ابي عبدالله عليه السلام قال سئلته عن الحمل يكون من شعر الخنزير يستقي به الماء من البئر هل يتوضاء من ذلک الماء قال لاباس به''۔

۽ فروع ڪافي صفحہ (103) ۾ آهي تہ خنزير جا وار ۽ پشم سڀ پاڪ آهن.

## مسئلو ﴿44﴾

## مذي ۽ ودي نڪرڻ سان وضو نہ ڀڄڻ

مذي ۽ ودي جي نڪرڻ سان وضو نٿو ڀڄي ۽ نماز ۾ جيڪڏهن مذي ودي ران کان هلي ۽ ڪڙين تائين پهچي تہ بہ نماز نہ ڀڄندي ۽ نہ ئي وضو ڀڄندو. ڏسو شيعن جي حديث جو معتبر ڪتاب فروع ڪافي جلد 1، ص (21) تي: ''عن زرارة عن ابي عبدالله عليه السلام قال ان سال من ذكرک شي من مذي او ودي وانت في الصلواة فلا تغسله

ولاتقع الصلواة ولاتنقض له الوضوء ان بلغ عقبيک فان ذلک به منزلة النخامة"۔

## مسئلو ﴿45﴾

## کوھ ۾ ڪتو ڪرڻ

کوھ ۾ جيڪڏھن ڪتو ڪري پوي تہ اھو کوھ پنجن ڏولن ڪڍڻ بعد پاڪ ٿي پوي ٿو. ڏسو فروع ڪافي جلد 1، صفحہ (4) تي: ”عن ابي عبدالله عليه السلام في الغارة والسنور والدجاجة والطير والكلب قال مالم يتفسخ او يتغير طعم الماء فيكفيک خمس دلاءٍ"۔

## مسئلو ﴿46﴾

## کوھ ۾ ٺورو ڪرڻ

کوھ ۾ جيڪڏھن ”ٺورو“ ڪِري پوي تہ اھو کوھ ڏھن ڏولن ڪڍڻ بعد پاڪ آھي ۽ جيڪڏھن ”ٺورو“ کوھ ۾ ڳري ويو ھجي تہ چاليھن کان پنجاھہ تائين ڏول ڪڍڻ کپن. ڏسو شيعن جو معتبر ڪتاب من لا يحضره الفقيہ صفحہ (5) تي: ”متي وقع في البير عزرة استقي منها عشر دلاء وان ذابت فيها استقي منها اربعون دلوا الي خمسين دلوا".

## مسئلو ﴿47﴾

### وڻن جي پنن ڪائڻ سان روزو نہ ڀڄڻ

شيعن جي ڪتاب جامع عباسي فارسي جلد اول، صفحہ (28) ۾ لکيل آهي تہ وڻن جي پنن ڪائڻ سان روزو نہ ڀڄندو ۽ سخت بک ۾ اجازت آهي تہ جلدي جلدي وڏا لقمہ ڪائي فارغ ٿئي روزو نہ ڀڄندو.

## مسئلو ﴿48﴾

### گونھ جي ٿيلي کوھ ۾ ڪرڻ سان کوھ پاڪ

جيڪڏھن کوھ ۾ گونھ جي ڀريل ڳوٿري ڪري پوي پوءِ ٿورو سڪو ھجي يا آلو، کوھ پليت نہ ٿيندو بيشڪ ان مان وضو ڪجي.

ڏسو من لا يحضره الفقيہ صفحہ (5) تي: ''وان وقع في البير زنبيل من عزرة رطبة او يابسة او زنبيل من سرقين فالا باس باالوضوء منها ولا ينزح منها شيء''.

## مسئلو ﴿49﴾

### نماز ۾ مردُ اشارا ڪري ۽ عورت تاڙيون وڄائي

نمازي کي جيڪڏھن نماز ۾ ڪنھن بہ شي جي ضرورت پوي تہ مرد کي اشاري سان گھرڻ جائز آھي ۽ عورت تاڙيون وڄائي. ڏسو ڪتاب من لا يحضره الفقيہ.

''عن ابي عبدالله عليه السلام في الرجل يريد حاجة وهو يصلي في الصلواة قال يشير بيده والمراة اذا ارادت الحاجة تصفق''.

# مسئلو ﴿50﴾

## بي وضو نماز پڙهڻ جائز

شيعہ مذهب ۾ بي وضو نماز پڙهڻ جائز آهي پر فقط نماز جنازه نہ ٻئي نماز. ڏسو فروع ڪافي، جلد اول، صفحہ (93) تي: ”عن يوسف بن يعقوب قال سئلت ابا عبدالله عليه السلام من الجنازة اَ اُصلي عليها علي غير وضوء فقال نعم انما هو تكبير وتسبيح وتحميده“۔

# مسئلو ﴿51﴾

## گيهہ ۾ ڪتو ڪرڻ سان بہ گيهہ پاڪ

گهہ يا تيل ۾ جيڪڏهن ڪو ڪتو ڪري پوي ۽ اهو جيرو بہ ڪڍيو وڃي تہ اهو گهہ ۽ تيل پاڪ آهي. ڏسو فروع ڪافي، جلد 2، صفحہ (105) تي: ”وقع الغارة او الكلب في السمن او الزيت ثم خرج منه حيا لا باس باكله“۔

# مسئلو ﴿52﴾

## سَسُ، سالي يا اڳ ڄائي سان بد فعلي

شيعہ مذهب ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهون پنهنجي سس يا سالي يا اڳ ڄائي سان بدفعلي ڪري تہ سندس زال مٿس حرام نہ ٿيندي. ڏسو فروع ڪافي، جلد 2، صفحہ (74) تي: ”عن ابي جعفر عليه السلام انه قال في رجل زنا بام امراته او بابنتها او باختها فقال لايحرم ذلک عليه امراته“.

## مسئلو ﴿53﴾

## احرام ۾ چمي

حج جي احرام جي حالت ۾ شيعہ مذهب موجب پنهنجي ماءُ کان چمي وٺڻ جائز آهي، البتہ شهوت سان چمي وٺڻ مڪروه آهي. (نعوذ بالله تعاليٰ).

ڏسو فروع ڪافي، جلد 1، صفحہ (504) تي: ”قال سئلت ابا عبدالله عليه السلام عن ا رم يقبل امه قال لا باس هذه قبلة رحمة انما يكره قبلة الشهوة“۔

## مسئلو ﴿54﴾

## مُٺ هڻڻ جائز

مشت زني ڪرڻ شيعہ مذهب جي امامن وٽ درست آهي ۽ منجهس ڪو ڏوهہ نہ آهي. ڏسو فروع ڪافي، جلد 2، صفحہ (234) تي: ”عن ابي عبدالله عليه السلام اسلام قال سئلت عن الدلک قال ناکح نفسه لاشي عليه“۔

## مسئلو ﴿55﴾

## نماز ۾ شرمگاهہ سان کيڏڻ جائز

شيعہ مذهب موجب فرضي نماز ۾ پنهنجي آلت سان راند ڪرڻ جائز آهي. ڏسو معتبر ڪتاب استبصار جز اول، جلد 2، صفحہ (45) تي:”قال سئلت ابا عبدالله عليه السلام عن الرجل يبعث في الصلواة المكتوبة فقال لا باس“۔

مطلب تہ نماز ۾ مشت زني ڪرڻ جو نمونو موجود آهي.

## مسئلو ﴿56﴾

## ماءُ ۽ ڀيڻ سان نڪاح

شيعہ مذهب جي حديث ۾ آهي تہ ماءُ ۽ ڀيڻ سان نڪاح ڪرڻ جائز آهي ۽ انهي نڪاح مان جيڪا اولاد ڄمندي اها حرامي اولاد نہ چئبي ۽ جيڪو اهڙي اولاد کي ولد الزنا چوندو تہ اهو سزا پائيندو. ڏسو فروع ڪافي، جلد 2، صفحہ (252) تي:”الذي يتزوج ذوات ا ‌ ‌ارم ذكر الله تحريمها في القرآن من الامهات والبنات الي آخر آية كل ذلک حلال من جهة التزويج ولايكون اولادهم من هذه الوجه اولاد زنا ومن قذف المولود من هذه الوجه جلد الحد لانه مولود به تزويج رشدة“.

نعوذ بالله اهڙي بيحيائي جي تعليم ڪنهن مذهب ۾ نہ ليندي.

هي آهي شيعن جي مذهب جا مسئلا پلا جنهن مذهب جو بنياد قرآن جي انڪار ۽ قرآن جي دشمني ۽ قرآن شريف جمع ڪندڙن جي دشمني تي ٻڌل هوندو پوءِ ان مذهب ۾ اهڙي تعليم نه هوندي ته ٻيو ڇا هوندو.

## مسئلو ﴿57﴾

## سني ڪُتن کان بد تر

شيعن وٽ "سني" ڪتن کان به بدتر آهن. ڏسو فروع ڪافي، جلد 1، صفحه (8) تي: ''ان الله لم يخلق خلقا اهون من الکلب وان الناصب اهون علي الله من الکلب"۔

شيعه مذهب وارا ناصبي انهن کي چوندا آهن جيڪو حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما کي حضرت علي رضي الله عنه کان فضيلت ۾ بهتر ڄاڻي. ڏسو ڪتاب حق اليقين، صفحه (636) تي. ڇا اڄان به اهل سنت وارا شيعن کي چڱو سمجهندا.

## مسئلو ﴿58﴾

## امام حسين جا قاتل شيعه

حضرت امام حسين رضي الله عنه جا قاتل شيعه هئا.

انهي مسئلي جو مفصل ۽ مدلل بحث رسالي الهمايون بابت ماهه محرم 1345 هجري ۾ ڇپيل آهي ۽ شيعه مذهب جي معتبر ڪتابن جا حواله صفحه وارا عبارتن سان ڏنل آهن.

# ضروري نوٽ

اهل سنت کي لازم آهي تہ جڏهن ڪو شخص انهن سان مذهبي ڇيڙ ڇاڙ ڪري تہ اهل سنت وارا ان کي هي جواب ڏين تہ اسلام جي فروعي ڳالهين ۾ اوهان شيعن کي بحث ڪرڻ جو ڪوبہ حق نہ آهي، جيسيتائين اوهان جو قرآن شريف تي ايمان نہ آهي ۽ نہ ٿي سگهندو.

هذا ما ظهرلي في هذا الباب والله تعالىٰ اعلم بالصواب وآخر دعوانا الحمد لله رب العالمين والصلواة والسلام علي سيد المرسلين مُحَمَّد وعلي آله واصحابه المتہ هرين

حرره الفقير صاحبداد غفرله رب العباد

15 جمادی الاولیٰ، 1345هجري.



